# دعا

بسم الله الرحمٰن الرحيم

آشروع نالي خدا جي سان بيان — آجو بخشش ڪرڻ وارو مهربان
اسان ٻانهن لاءِ ٻاجهارا — ڪرم ڪلتار تون آهين
اسان عاصين لاءِ آڌارا — سدا ستار تون آهين
عطا ڪر فضل سان پنهنجي — اسان کي علم نافع تون
رسائين پاڪ روزي تون — سدا ڏاتار تون آهين
گناهن ۾ غرق آهيون — مدايون معاف ڪر مولا
عفو تنهنجي صفت آهي — سدا غفار تون آهين
هلائين شل اسان کي تون — سدائين راهه تي پنهنجي
اهائي مدعا اسان جي — سدا رهبار تون آهين
ڇوي سرور رکين پرور — سلامت ملڪ هي مولا
اسان جي هي دعا تو در — قبولڻهار تون آهين

غلام سرور پيتو، منصوره

# سوچن جي سرهاڻ

## (٣٧) ناميارن شاعرن جو چونڊ ڪلام

مرتب : غلام مصطفيٰ مشتاق

مهراڻ اڪيڊمي ڪراچي.

حق ۽ واسطا قائم


**ڇپائيندڙ : قمر ميمڻ**

**ڇاپو پهريون : جولاءِ ١٩٩٠ع.**

**ڊزائينر : محمد صديق شيخ.**

**ڇپيندڙ : مشهور پريس ڪراچي.**

**قيمت :**

سادي ايڊيشن ٣٦ رپيا

لائبريري ايڊيشن ٣٨ رپيا

**ملڻ جو هنڌ**

سنڌ جا سمورا بڪ اسٽال.

۽ پوسٽ باڪس نمبر 5735 ڪراچي.

# فهرست

# ناشر طرفان

شعر ادب جي مکيه صنف آهي. شعر وسيلي، شاعر پنهنجا بلند خيال ۽ سوچ، ڳاڻي جوڙي اهڙي ريت سهڻن لفظن ۾، وزن ۽ قافيو ملائي پيش ڪري ٿو جو انهن جملن ۾ وڏو اثر پيدا ٿئي ٿو.

سٺو ادب اهو آهي جنهن ۾ سماج جي حالتون، ڪن، اوڪن ۽ تضادن جي نه رڳو اهڃاڻ ڪئي وڃي بلڪ ڪين چنڊي ڇاڻي مفيد ۽ غير مفيد، فائديمند ۽ نقصانڪار ۽ چڱي مٺي جي پڻ وضاحت ٿئي. جنهن ادب ۾ ڪو اعليٰ مقصد نه آهي سو ڄڻڪ ادب ئي نه آهي.

شاعر، سماج جو حساس ترين فرد آهي. سندس دل جون تارون اگر جي ٿورڙي لوڏي سان وڄڻ لڳن ٿيون. هو نهايت گهري نظر، بلند خيالي، اونهي سوچ، حساس دل ۽ دماغ ۽ متانهين پرواز رکي ٿو. هن جي سوچ جو سمنڊ نهايت اونهو آهي. هو زمان و مڪان ۽ رنگ و بو جي بندش کان آزاد ٿئي ٿو. جيتوڻيڪ چوڌير ماحول کي به يڪسر نظرانداز نه ٿو ڪري.

سوچن جي سرهاڻ ۾ ادب جي مکيه صنف شاعري کي سهڻيرو ويو آهي. هي سرهاڻ آهي. سگند آهي. هڪ گلدستو آهي جنهن ۾ هرهڪ گل جي نرالي سرهاڻ آهي. خوشبو آهي. جڏهن سرهاڻ پکڙبي آهي تڏهن سمورو ماحول واسجي ويندو آهي.

ڪالي تور مهانگائي ۽ نفسا نفسي جي هن دور ۾، شاعري جو مجموعو ڇپرائڻ واسطي شينهن جو جيرو گهرجي. هر ڪنهن اهائي صلاح ڏني ته ”انهيءَ راه تان لهي وڃ“ ”ڪتاب سو به وري شاعري جو، اڄ نثر جو دور آهي. هت شاعري جو ڪو ملهه آهي ئي ڪونه.“ هڪ راه اها هئي ته ڪجهه شاعرن جو ڪلام ڇپرائڻ بدران ڪنهن هڪ ناميار شاعر جو ڪلام شايع ڪيو وڃي. پر ڪيسي جي تنگائي آڏو اچي تنهنڪري سوچيو ويو ته اهڙو مجموعو شايع ڪجي، جنهن ۾ ڪجهه شعراء ڪرام کي شامل ڪيو وڃي.

دل ٻڌي دوستن سان رابطو ڪيو سين. ٻاري ۽ شفيق دوست محترم غـــلام مصطفيٰ مشتاق کي اها ذميواري سونپي ويئي. مشتاق صاحب لاڳيتو ٽي چار مهينا سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ڏي خط موڪليندو رهيو. ويجهن دوستن سان پڻ ملاقاتيون ڪيائين. ڪٿان هاڪار، ڪٿان نهڪار، ڪٿان حوصله افزاءِ جواب تـه ڪٿان ماٺيون حوصله شڪن ورنـديـون. مرتب کي وڏي جس هجي، جنهن همت ڪونه هاري ۽ نيٺ هڪ سرهاڻ ترتيب ڏيڻ ۾ ڪامياب ٿيو.

ڪتاب جي ڇپائي ۾ رولڙن جي ڪهڙي ڳالهه ڪجي. جي انهيءَ پنڌ جا پانڌيئڙا آهن سي ٿي ڄاڻن ٿا. ايترو ضرور عـرض ڪندس تـه 'سوچن جـــي سرهاڻ' کـــي اوهان تائين پهچڻ ۾ 9 مهينا لڳي ويا.

شاعرن جي چـونڊ ۾ ساري سنڌ کـي نمائندگي ڏني ويئي آهي. اسان ڪوبه ٺڪيو ڪونه ڪيو آهي باقي ڪٿان تعاون نه ملڻ سبب ڪا تشنگي رهجي ويئي آهي تـه اها الڳ ڳالهه آهي.

مهراڻ اڪيڊمي جــو مقصد علمي ادبي، ديني ۽ نظرياتي لٽريچر شايع ڪرڻ آهي. اسانجي ڪوشش آهي تـه هر پهلوءَ تي لٽريچر شايع ٿئي. اڪيڊمي جـي قيام جنوري 1989 کان وٺي هيل تائين 24 ننڍا وڏا ڪتاب شايع ڪيا ويا آهن. جيڪڏهن علم دوست ۽ ادب نـــواز حضرات جـو تعاون جاري رهيو تـه انشاءالله اسين اڳي کان اڳرا هونداسين.

مان هڪ دفعو ٻيهر ڪتاب جي مرتب، محترم غلام مصطفيٰ مشتاق جو تـه دل سان ٿـــورائتو آهيان جنهن اڪيڊمي سان سهڪار ڪري هڪ وڏي علمي ۽ ادبي خدمت انجام ڏني آهي.

سنڌ جي سمورن شعراء ڪرام جـو شڪريـو بجا نه آڻڻ پڻ بخل ٿيندو جن هن مجموعي ۾ حصو وٺـي اسانجي عزت افزائي ڪئي آهي.

قـمـر ميـمـڻ
سيڪريٽري مهراڻ اڪيڊمي
پوسٽ باڪس 5735 ڪراچي

# مُرتب طرفان

چوندا آهن تہ جيڪڏهن ڪنهن دور جي تاريخ اڻ لپ ٿي وڃي تہ ان وقت جي حالتن جو صحيح اندازولڳائڻلاءِ ان دور جي ادب ۽ شاعريءَ جو مطالعو ڪجي. اديب ۽ شاعر پنهنجي دور جو ترجمان هوندو آهي. هو جيڪي ڪجهہ پنهنجي گردوپيش ڏسندو آهي، تہ ان ڪان ضرور متاثر ٿيندو آهي. هي ڪو عام ماڻهو تہ ڪونہ هوندو آهي جو انهن حالتن ڪان اثر قبول ڪرڻ جي باوجود بہ خاموش ٿي ويهي رهي يا درگذر ڪري ڇڏي. ان جي ابتڙ هي پنهنجي ماحول تي ۽ ان ۾ درپيش ايندڙ حالتن تي قلم کڻندو آهي ۽ معاشري جي هر برائي جي نشاندهي ڪرڻ پنهنجو فرض سمجهندو آهي.

هر دور جوٌپنهنجيون پنهنجيون ريتون رسمون ۽ طور طريقا هوندا آهن. ڪو دور اهڙو هوندو آهي جو ان ۾ اديب ۽ شاعر جو بنا ڪنهن فرق جي، قدر ڪيو ويندو آهي ۽ هن جي لکڻين مان لاڀ حاصل ڪيو ويندو آهي. ڪو دور اهڙو هوندو آهي جو ان ۾ ڪنهن مخصوص طبقي جي اديبن ۽ شاعرن ڪي تہ آسمان سا ملائي، اڪين تي رکيو ويندو آهي پر ڪن اديبن ۽ شاعرن جي بهترين تخليقات ڪي بہ نظر انداز ڪيو ويندو آهي. انجو خاص سبب هڪ تہ اهو هوندو آهي جو هو حالات سان سمجهوتو ۽ اصولن تي سوديبازي ڪونہ ڪندا آهن ۽ ٻيو تہ هو ميڊيا جي ارباب اختيار جي خوشامد ۽ چاپلوسي ڪرڻ ڪان ڪيٻائيندا آهن. اهوئي سبب آهي جو علم و ادب ۽ شاعري ڪان ڪوهين ڏور نام نهاد اديب ۽ شاعر تہ خوب پبلسٽي ملڻ جي ڪري ديو جيڏا ڏسڻ ۾ ايندا آهن، حالانڪ انهن جي شاعريءَ جو جيڪڏهن بغور مطالعو ڪيو ويندو تہ ڪنهن نہ ڪنهن نموني ان ۾ الله پاڪ ۽ سندس رسول صلي الله عليہ وسلم جي مخالفت ۽ اسلامي شعائر جو مذاق اڏائڻ ڪانسواءِ ٻي ڪا بہ ڳالهہ

ڏسڻ ۾ ڪونہ ايندي. شايد سندن اهائي "خوبي"، مخصوص لابيءَ کي پسند هوندي آهي، جنهن ڪري اهڙن نام نهاد اديبن ۽ شاعرن کي خوب خوب پروجيڪشن ملندي آهي جو ڪوبہ رسالو يا اخبار کوليو يا ريڊيو ۽ ٽيليويزن ٻڌو تہ انهن چند ماڻهن جي ئي واڪاڻ ٻڌڻ ۾ ايندي پر اهي ذات ذٽي، جيڪي اخلاقي اقدار تي مشتمل ۽ معاشري جي غلاظتن کي پاڪ ڪرڻ جو اتساهہ ڏيارينڌڙ شاهڪار تخليق ڪن ٿا، صرف انکري نظر انداز ڪيا وڃن ٿا، جو اهي مٿي بيان ڪيل ڪسوٽيءَ تي پورا ڪونہ ٿا بيهن.

انهن حالتن کي نظر ۾ رکندي مهراڻ اڪيڊمي ڪراچيءَ طرفان ارادو ظاهر ڪيو ويو تہ اسانجي سباجهڙي سنڌ جي اهڙن سپوت شاعرن، جيڪي پنهنجي وطن سان محبت ڪندڙ آهن ۽ اخلاقي اقدار ۽ اسلامي شعائر کي ساهہ سان سانديندڙ آهن ۽ جن جي شاعري، ڪنهن بہ طرح ٻين شاعرن کان گهٽ نہ آهي، جي زندگي جي حالات ۽ شاعريءَ کان سڀئي عام ماڻهن ۽ خاص طور نوجوانن کي آگاهہ ڪيو وڃي تہ جيئن صحتمند معاشرو قائم ڪرڻ ۾ هٿي ملي، خيال اهو ڪيو ويو تہ سنڌ جا اهڙا شاعر هن ڪتاب ۾ شامل ڪجن، جن جي سڄي زندگي سنڌي ادب ۽ شاعريءَ جي خدمت ۾ گذري آهي پر ڪن سببن جي ڪري گهڻو چپجي نہ سگهيا آهن يا جن کي ڄاڻي واڻي نظر انداز ڪيو ويو آهي- پر ڪن دوستن اها صلاح ڏني تہ اهڙن گهٽ مشهور شاعرن سان گڏ صحتمند سوچ رکندڙ ڪجهہ مشهور شاعر حضرات کي بہ شامل ڪيو وڃي تہ جيئن قارئين لاءِ وڌيڪ دلچسپيءَ جو سامان پيدا ٿئي. ان فيصلي کان پوءِ اهو ڳرو بار منهنجي ڪلهن تي رکيو ويو تہ آهو ڪم مان ڪريان.

دوستن جي فيصلي کي اکين تي رکندي، سنڌ جي شاعرن سان خط و ڪتابت شروع ڪيم. ڪن دوستن ۽ بزرگن تہ منهنجي ڀهرين گذارش کي مانُ ڏنو ۽ مطلوبہ مواد هڪدم موڪلي ڏنو، پر ڪن دوستن

ڪي شايد اعتبار ئي ڪونہ آيو تہ هن مهانگائي ۽ نفسانفسي جي دور ۾ڪو نجي ادارو پنهنجي هڙان خرچ ڪري شاعرن جي زندگي ۽ ڪلام تي مشتمل ڪتاب ڇپرائيندو. ٻيو دفعو ۽ ڪن دوستن کي ٽيون دفعو خطوط روانہ ڪيم. انهن مان ڪجهہ حضرات مواد موڪلي ڏنو ۽ ڪن دوستن تہ جواب ڏيڻ بہ مناسب نہ سمجهيو. انهن دوستن جي عدم تعاون جي ڪري دل شڪستہ ڪونہ ٿيا سين پر افسوس رهجي ويو تہ ڪي خاص دوست شاعر، جن جي شاعراڻہ خوبين جو اعتراف هر ڪو ڪري ٿو ۽ جن جي شرڪت اسانجي لاءِ خوشيءَ جي باعث بڻجي ها، هن ڪتاب ۾ شامل ٿيڻ کان رهجي ويا.

شاعرن جي زندگيءَ جي حالات ۽ سندن شهپارن تي مشتمل هي ڪتاب "سوچن جي سرهاڻ" اوهانجي هٿن ۾ آهي. هن ۾ شاعرن جي ترتيب سندن عمر جي لحاظ کان رکي وئي آهي ۽ اهو پڻ خيال رکيو ويو آهي ـ جن حضرات پنهنجو جيترو احوال موڪليو آهي، ان جون خاص خاص ڳالهيون، سندن حياتيءَ جي احوال ۾ ضرور شامل ٿين. اسانجون ڪوششون ڪيتريون بار آور ثابت ٿين ٿيون، ان جو فيصلو تہ ايندڙ وقت ڪندو.

مان آخر ۾ پنهنجي عزيز ۽ مڪرم دوست جناب قمر ميمڻ جو ٿورائتو آهيان، جنهن دوست جي همت ٻڌرائڻ ۽ مهراڻ اڪيڊمي طرفان ڪتاب ڇپرائڻ ۾ عملي سهڪار ڪرڻ جي ڪري، "سوچن جي سرهاڻ" نهايت سهڻي نموني ڇپجي منظر عام تي آيو آهي. مونکي اميد آهي. تہ سنڌ جا سمورا اديب ۽ شاعر اسانجي هن نماڻي ڪوشش جو ضرور قدر ڪندا، جو هن ڪتاب ۾ جيڪي ڪجهہ آهي سو وري بہ سندن ئي آهي.

لاڙڪاڻہ
جولاءِ ۱۹۹۰ع

غلام مصطفيٰ مشتاق
معرفت اسٽوڊنٽس بوڪ اسٽور
لاهوري محلو لاڙڪاڻو سنڌ

# "حبيب" شهداد ڪوٽي

نالو:- مولانا حبيب الله.
ادبي نالو:- حبيب شهداد ڪوٽي.
جنم:- جي تاريخ-سن :- ۱۸٦۹ع بمطابق ۱۲۸٦ هه.
جنم جو هنڌ:-ڳوٺ گاگن هٺان ضلع ملتان.
تعليم:- درس نظامي ۱۸۹۸ع ۾.
ڌنڌو :- ڪجهه به نه.
موجوده رهائش :- ڳوٺ گاگن هٺان ضلع ملتان.
ادبي حيثيت :- استاد الشعراء.
شاعري جي شروعات (سن-واقعو):- شيخ سعدي جي فارسي ڪتابن کان متاثر ٿي زمانہ طالبعلميءَ کان.
اصناف سخن:- نعتيہ ۽ اصلاحي نظم ۽ مسدس.
پسنديدہ صنف:- مسدس.
رسالا جن ۾ ڪلام ڇپيل :- سنڌ جا سمورا سنجيده ۽ عَلمي رسالا.
اڻ ڇپيل مواد:- سندس سنڌي ڪلام جو مجموعو "فڪر-حبيب" جيڪو سندس هڪ لائق شاگرد محترم سيد گل محمد شاهه ترتيب ڏنو آهي.
قابل ذڪر ٻيو ڪجهه:- مولانا حبيب سن ۱۹۱۰ع ۾ اتفاقي طور پنجاب ڇڏي سنڌ ۾ اچي رهڻ لڳا. پهريان سترهن سال ڳوٺ ميان جي واند، ضلع شڪارپور ۾ ۽ پويان سمورا سال ۱۹۸۷ع تائين شهداد ڪوٽ ضلع لاڙڪاڻہ ۾ سڪونت پذير رهيا. مولانا صاحب جن اردو، سنڌي، پنجابي، عربي ۽ فارسيءَ ۾ ڀرپور شاعري ڪئي آهي. سندن شاعريءَ ۾ نعتيہ ڪلام جو غلبو آهي. ان ڪانسواءِ خواب-غفلت مان بيدار ڪرڻ لاءِ مسلمان نوجوانن سان بہ مخاطب ٿيا آهن. سندن شاعريءَ ۾ معاشرتي برائين تي بہ سخت تنقيد ٿيل آهي.

## نعتيم

لڪائي پاڻ ڪي آخر ٿيو آن،بي نقاب اهڙو.
جو ممڪن ناهي ايري آسمان تي، آفتاب اهڙو.

تو ڪان پوءِ ڪنهن کي ملڻو ناهہ، قانوني ڪتاب اهڙو.
نہ ايندو انقلاب اهڙو، نہ ٿيندو فتح باب اهڙو

تعاليٰ الله تنهنجو ايجاد هڪ اهڙو سوال آهي.
جو موجد ڪي سجهو ٿي، ڪين آخر تڪ جواب اهڙو.

نہ چشم پير ڪنعان، آشنا تنهنجي تصور ڪان.
ميسر زندگيَ ۾ ٿيو، زليخا کي نہ خواب اهڙو.

اوهان جي رنگ و بو سان هئي، شناسائي سندس ورنہ.
نہ ٿي ها سرخرو، گلزارِ عالم ۾ گلاب اهڙو.

نگاهہ ناز جو نرگس ۾، هڪ هلڪو ڪرشمو آ.
اوهانَ جي گيسوئن سنبل ۾ آندو پيچ و تاب اهڙو.

جهانگيريءَ جا سڀ جوهر، لڪن جو شان تو هڪ ۾.
نہ آيو ڪنهن جي حصي ۾، نہ ايندو انتخاب اهڙو.

گهٽايو ڪين ڪنهن بہ پنهنجي وت ڪان پر بہ سچ هي آ.
جو ٿيو آ نہ ٿيندو ڪو تو وانگر ڪامياب اهڙو.

تڪلم بي تڪلف ۾، تنهنجو اهڙو ترنم آ.
نہ غلمان وٽ ڪو نغمو آ، نہ رضوان وٽ رباب اهڙو.

منهنجي بدنامي ۾ مضمر، جي تنهنجي نيڪ نامي آ.
تہ مون بدنام کي آقا، ڪپي ڪارِ ثواب اهڙو.

منهنجي هي نڪتہ سنجي، معجزو آ تنهنجي مد حت جو.
تصور سان تنهنجي، پيري ۾ آ لطفِ شباب اهڙو.

جي خنجر آزمائي سان، تي سندم عزت افزائي.
"حبيبا" عيش دنيا ڏئي، ونڻ گهرجي عذاب اهڙو.



مسدس خطابيه نعتيه

## تون ئي چوءُ توکي ڇا چئجي؟

تون پنهنجي پاڪ فطرت ۾ سراپا حسن و ناز آهين.
تون خود پنهنجي خودي ۾ دوست هڪ سربسته راز آهين.
حقيقت آهين خود، يا ڪنهن حقيقت جو مجاز آهين.
تون محمود آهين يا محمود جي اک ۾ اياز آهين.
توکي دارون دوا چئجي يا خود ڪامل شفا چئجي
تون ئي چوءُ توکي ڇا چئجي ـــ؟

خدا بيني جي آئيني ۾ - واحد خود شناس آن تون.
تون مسجد، مڪتب و ميدان جا سڀ ڪورس پاس آن تون.
تون الا الله ناهين، صبغة اللهي لباس آن تون.
حسينان دو عالم جو مجسم اقتباس آن تون
توکي تفسير ڪُن فَيَڪُونُ يا قَالُو بَلىٰ چئجي
تون ئي چوءُ توکي ڇا چئجي؟

ثنا خوان قلم ۽ قول ڪان تون بي نياز آهين.
قبائي فڪر ۾ پي تون شهنشاه حجاز آهين.
ڪٿي تون جان گداز آهين ڪٿي تون دلنواز آهين.
تون آهين انقلابي پهلوان، پر صلح ساز آهين.
بشرابن بشر ۾ پر تو حسن خدا چئجي
تون ئي چوءُ تو کي ڇا چئجي؟

تون ماضي حال، مستقبل ۾ هر جا سرفراز آهين.
حساب حد جي سرحد کان گهڻو دورو دراز آهين.
تون معياري حقيقت پاڻ پنهنجو امتياز آهين.
تون ناز آهين ۽ ناز آهين نياز آهين بناز آهين.
بنا هٿيار تو کي فاتح ثور و حرا چئجي
تون ئي چوءَ تو کي ڇا چئجي؟

تخيل ۾ نہ پرواز آ، زبان ۾ آ نہ گويائي.
رسائي آ تفڪر ۾، نہ لک پڙهہ ۾ توانائي.
عجيب آ تنهنجي ماهيت نہ ڪنهن جي سمجهہ ۾ آئي.
چوڻ ڪان ماوري آ تنهنجي يڪ رنگي و دوتائي.
"حبيب" خاڪ وٺ، تنهنجو تصور ڪيميا چئجي
تون ئي چوَ توکي ڇا چئجي؟



## التجا

صبا اڄ واٽ ويندي عرض هي، منهنجو گذاري ڇڏ،
پرين کي ياد مان وسريل،وري هيڪر ڏياري ڇڏ.

تون پنهنجي شان ۽ منصب جو پاور، پنهنجي آڏو رک،
تصور منهنجي ڪرتوتن جو. پنهنجي دل تان ٽاري ڇڏ.

اوهان جي رحمت اللعالميني، ڪنهن کان مخفي ناهہ،
انهيءَ آڌار تي منهنجون، مدايون سڀ وساري ڇڏ.

اماڻيو ٿا ڪروڙين قافلا، پهچن ٿا منزل تي،
مون جڏڙي کي بہ اڄ، ڪنهن قافلي جي ڪڍ قطاري ڇڏ.

ٻڏل ٻيڙا هزارن جا، ڪڍي ڪُنَ مان ڪيوَ ٻاهر،
انهيءَ اڻ کٽ عنايت سان، منهنجو ٻيڙو بہ تاري ڇڏ.

ڇڪاسي دفتر اعمال، منهنجو چشم پوشيءَ سان،
منهنجون پوشيدہ ۽ پڌريون خطائون سڀ سڌاري ڇڏ.

هوڏانهن رُعب رُبوبيت، هيڏانهن عجز عُبوديت،
پئي وچ ۾ سچا سيد، ڏريون ٻئي ناهي نٿاري ڇڏ.

هي آزادي "حبيب" بي نوا جي، آهي بربادي،
جدائيءَ ۾ جيارڻ کان، گهرائي در تي ماري ڇڏ.

# حاجي علي بخش جمالي

نالو :- حاجي علي بخش جمالي ولد ڪريم بخش خان جمالي
ادبي نالو :- حاجي علي بخش جمالي
جنم جي تاريخ -سن :- آگسٽ ١٩١٢ع
جنم جو هنڌ:- ڳوٺ بچل مهيسر تعلقہ لاڙڪاڻہ.
تعليم:- مختصر سنڌي ۾ چار درجا
ڌنڌو:- ذاتي
موجوده رهائش:- جمالي هائوس لاهوري محلہ لاڙڪاڻہ.
ادبي حيثيت:- صدر بزم-اثر لاڙڪاڻہ.
شاعري جي شروعات:- (سن-واقعو) ننڍپڻ کان طبيعت جي جولانيءَ جي ڪري
اصناف -سخن:- غزل، وائي، گيت، قصيده، مرثيہ، مداح، مولود، نعت، رباعي ۽ گيت .
پسنديده صنف:- حمديہ، نعتيہ ۽ ناصحانہ مسدس.
اساتذه :- مولانا غلام رسول جتوئي.
ڇپيل ڪتاب:- ١. نعتن جو مجموعو (پريس ۾ ).
رسالا جن ۾ ڪلام ڇپيل:- سنڌ جا تقريباً سمورا رسالا.
اڻ ڇپيل مواد:- قلمي ديوان ۽ ٻيو گهڻو مواد.
قابل- ذڪر ڪجهہ ٻيو:- جمالي صاحب جيتوڻيڪ گهٽ پڙهيل آهي پر شعر ۾ رواني تمام گهڻي اٿس. ڪيس سنڌ جو عوامي شاعر ۽ مسدس ۾ سنڌ جو حالي چئي سگهجي ٿو. هر مشاعري ۾ شوق سان شرڪت ڪندو رهي ٿو. سندس ڪلام عام فقير يڪتاري تي ڳائيندا رهيا آهن. بزم-سچل لاڙڪاڻہ سان شروع کان

وابستہ رهيو آهي ۽ جمعيت الشعراء سنڌ لاڙڪاڻہ جو ميمبر آهي.

## مسدس

اٿو الله جي آڏو جهڪڻ وارا
نبي نرمل مٺان ڪلمي پڙهڻ وارا
رسول الله جو فرمان مڃڻ وارا
ڪلام الله سيني سان رکڻ وارا
ملي توحيد جي پرچم کي جهولايو
وري اسلام جي عظمت کي چمڪايو

سونهاري سنڌڙي باب الاسلام آهي
جهان ۾ سنڌ جو اعليٰ مقام آهي
ولي هر هڪ ڪيو هتڙي قيام آهي
ڪئي جن دين جي خدمت تمام آهي
هتي امن و امان جي جوت جاڳايو
وري اسلام جي عظمت کي چمڪايو

جتي هو امن اُت فتنو فساد آهي
ڪدورت بغض ڪينو ۽ عناد آهي
چڱو جنهن کي چئون سوپي جلاد آهي
اجان پيي وقت آ پرور کي پرچايو
وري اسلام جي عظمت کي چمڪايو

هتي امن و امان جي اڄ ضرورت آ
هتي درس-قرآن جي اڄ ضرورت آ
هتي عزم-جوان جي اڄ ضرورت آ
نگاهہ-عارفان جي اڄ ضرورت آ
اُٿو اتحاد جي دامن کي ڦهلايو
وري اسلام جي عظمت کي چمڪايو

امن ۾ ملڪ و ملت جي چڱائي آ
امن ۾ خير برڪت آ ڀلائي آ
امن ۾ آشتي رحمت خدائي آ

امن ايڪو عنايت ڪبريائي آ
سنيهو امن جو گهر گهر ۾ پهچايو
وري اسلام جي عظمت کي چمڪايو

لساني قوميت جا قيد و بند ٽوڙيو
ڀائي جي ڇتي راڪاس کي ڀوڙيو
دبارو پيار الفت سان دليون جوڙيو
نه احمق ٿي وڙهي پاڻي ولوڙيو
قدم سوچي کڻو پيهر نه پڇتايو
وري اسلام جي عظمت کي چمڪايو

جهڳو پنهنجو جلائڻ بي وقوفي آ
پري بازار ڦٽائڻ بي وقوفي آ
تعصب کي وڌائڻ بي وقوفي آ
هٿن سان هٿ وڃائڻ بي وقوفي آ
پرائي ڇُرڇَ تي هر گز نه پنيلايو
وري اسلام جي عظمت کي چمڪايو

فضا قائم ڪيو ڪا غمگساري جي
امن جي ڀائيچاري بردباري جي
وري موسم هتي اٿيو بهاري جي
صلح سان پت بچايو دينداري جي
نه نفرت جي ڪڌهن دامن کي مرلايو
وري اسلام جي عظمت کي چمڪايو

جمالي منهنجو مذهب ئي محبت آ
محبت خير و برڪت جي علامت آ
محبت ۾ سڪون قلب راحت آ
محبت ٿي وڏي حاصل غنيمت آ
محبت آهه منهن جي سر جو سرمايو
وري اسلامَ جي عظمت کي چمڪايو



# وٽندي نہ آ

جٺين چمڙي کي هميشہ روشني وٽندي نہ آ،
حاسدن کي ٻيءِ ٻين جي خوشي وٽندي نہ آ،

جاطمع واري هجي سا دوستي وٽندي نہ آ
نفس جي خاطر ڪنهين سان دشمني وٽندي نہ آ

ٻار هاري جو پڙهي ٻوتار جي دل تي نٿو
مير کي مسڪين ڪنهن جي همسري وٽندي نہ آ

شعر منهنجي زندگي جو آ سرمايو مگر
پاڻ کي هر گز اگهاڙي شاعري وٽندي نہ آ

مال، زر وارن سان هر ڪنهن کي آهہ رشتي جي تلاش
ياءُ کي مسڪين ياءُ جي مائٽي وٽندي نہ آ

مغربي تهذيب جو ڪنٽرول آهي ملڪ تي
ماڊرن عورت کي چادر يا چُني وٽندي نہ آ

منهن جو مذهب آ محبت پيار ايڪو ۽ ٻڌي
ڪوڙ ڪينو ۽ گلا غيبت دوئي وٽندي نہ آ

نيڪ نيت سان ملي دلڙي ٿئي مسرور ٿي
شوم ماڻهو جي طبيعت تعصبي وٽندي نہ آ

قول ۽ پنهن جو ۽ عمل يڪسان هجي اي دوستو
دورخي ڪج ۾ قرآن هٿ ۾ ڇري وٽندي نہ آ

آ جمالي جي تمنا صلح جو وارو وري
ڇو الائي ڪيترن کي ڳالهہ هي وٽندي نہ آ



# غزل

منا توکي پنهن جو ٻڌائڻ گهرانٿو
وري يا ڳ کي آزمائڻ گهرانٿو

تون شمع مان تہ آهيان پروانو تنهن جو
سڄڻ جان پنهن جي جلائڻ گهرانٿو

هميشہ تمنا شهادت جي آهي
سندءِ عشق ۾ سر ڪٽائڻ گهرانٿو

تون آن حسن مان عشق ڏاريو نہ آهيان
نظر کي نظر سان ملائڻ گهرانٿو

تون سائين مان ٻانهو سڄڻ تنهنجي درجي
غلامن جو گولو سڏائڻ گهرانٿو

سڄڻ آءُ تو کي اکين ۾ ويهاري
بري هر نظر کان بچائڻ گهران ٿو

ڦٽي دل فراقن سندا ساز ڇيڙي
سندءِ شان جا گيت ڳائڻ گهرانٿو

جيئان ٿو فقط يار تنهنجي سهاري
زماني کان رشتو گهٽائڻ گهرانٿو

جمالي جو تو سان تہ روز ازل کان
پيل پيچ آهي نڀائڻ گهرانٿو.



# مظفر حسين جوش

نالو:- حاجي مظفر حسين ولد حاجي محمد حسين حسن علي آفندي.
ادبي نالو:- مظفر حسين جوش
جنم جي تاريخ-سن :- ٢٢ ڊسمبر ١٩٢٠ع
تعليم:- ايم آي (اردو) سنڌ يونيورسٽي
ڌنڌو :- رٽائرڊ ريڊيو ملازم
موجوده رهائش: ڪراچي.
شاعري جي شروعات:- (سن - واقعو) مصرع جي موزونيت ننڍي هوندي کان ئي پر باقائده شروعات ١٩٣٧ع -١٩٣٨ع کان.
اصناف سخن:- هر صنف ۾ طبع آزمائي ٿيل.
پسنديدَه صنف:- نعت ۽ غزل
اساتذه :- سيد غلام علي شاهه مخمور
ڇپيل ڪتاب :- ڪلام ڇورائجي ويڻ جي ڪري ڇپجي نہ سگهيو.
رسالا جن ۾ ڪلام ڇپيل :- سنڌ جو هر معياري ۽ ادبي رسالو
اڻ ڇپيل مواد :- قلمي صورت ۾ ڪجهہ مواد.
قابل ذڪر ٻيو ڪجهہ:- سنڌ مدرسة الاسلام جو باني خان بهادر حسن علي آفندي جوش صاحب جو ڏاڏو هو. سندس والد محترم خيرپور ميرس ۾ منصف ۽ پوءِ ڪجهہ عرصو معتمد جي عهدي تي فائز رهيو. پاڻ جوش صاحب ٻي مهاڀاري لڙائيءَ ۾ رائل انڊين نيويءَ ۾ شامل ٿيو ۽ جنگ جي خاتمي ڪانپوءِ موٽي آيو. ڪجهہ ٻين ڪاتن ۾ نوڪري ڪرڻ ڪانپوءِ ريڊيو پاڪستان حيدر آباد ۾ ملازم ٿيو. جتان ٢٢ سال

نوڪري ڪري جنوري ١٩٨١ع ۾ رٽائير ٿيو. سندس ٥٠-٥٥ سالن ۾ لکيل سمورو ڪلام ڪو چورائي ويو آهي. سندس ڪلام سنڌ جي مشهور رسالن ۾ ڇپجندو رهي ٿو ۽ ريڊيو تان پڻ نشر ٿيندو رهي ٿو.

## حمد باري تعاليٰ

جوش عاصي ڇا ڪري سگهندو ثنا
عاجَزانه التماس آهي خدا

تون سزاوارِ ستائش آهين بس
حمد تنهن جَي ٿي ادا ٿئي هر نفس

بنده خاڪي کان ٿئي ڇا بندگي
شڪر جو توفيق تو مونکي ڏني

سخت تر آهه زندگي جو خار زار
تون اڪاريندين انهيءَ مشڪل مان پار

دلفريب آهي جهان رنگ و بو
نفس اماره به آهي حيله جو

مضطرب آهن سندم فڪر و نظر
اي خدا بهر نبيؐ ڪا پاجهه ڪر

بحر و بر ۽ انس وجن ارض و سما
شان ۾تنهن جي آهن مِدحتِ سرا

فصل گل فصل خزان ليل ونهار
تنهن جَي قدرت جاَئي آهن شاهڪار

چشمِ نم دل مضطرب دامن تهي
بعد مُردن شل ملي آسودگي

"جوش" جي آهي دعا هي روزوشب
شافع محشر ٿئي مير - عرب

جوش - عاصي جي سڄ تون التجا
روزِ محشر بخش ڪج تون هر خطا



## نعت شريف

رهي جن جي دل ۾ تي ياد مديني
انهن کي ٿي آيا جيئڻ جا قريني

هلو بينوائو پريو پنهنجي دامن
اتي ٿي ته رحمت جا آهن خزيني

اچن ياد جنهن دم مديني جا منظر
اکين جا ڇلي ٿا پون آبگيني

گنهگار پنهنجي تي ايڏي نوازش
هي عاصي ۽ قرب و جوارِ مديني

ڏسي بدر کي مون تي هي راز کليو
مرڻ ۾ ٿي آهن جيئڻ جا قريني

اگر دل هئي شادان ته هو روح ترسان
۽ مژگان تي چمڪڻ لڳا تي نگيني

وري ڪاش پهچان ديارِ نبي ۾
جتي مون گذاريا هئا ڪي مهيني

صلواة و سلام آهي اُمي لقب تي
مليا علم و عرفان جا جنهن کان خزيني

انهن ٿي زماني جي تقدير پلٽي
ميسر نه هو جن کي نانِ شبيني

هي محراب نبوي ۽ هي رياضِ جنت
خدا ساڻ آهن ملڻ جائيَ زينہ

لهڻ تي آهہ سج ۽ سفر آهي باري
ڪرم ڪر ڪرم تاجدارِ مدينہ

اوهان کي ئي سونهي ٿي هيءَ بي نيازي
اوهان کان سوا جوش جي ڪا سري نہ



## نظم "وطن"

اي وطن منهنجا وطن پيارا وطن جنت نشان
شل رهن سر سبز ۽ شاداب هي ڪيتيون هريون
ٿيون وهن آغوش تنهن جي ۾ سدانديون پريون
تون اسان جي زندگي جو ٿئين سهارو بيگمان

تنهن جي تابع ٿي رهي هي گردش فرداودوش
چنڊ ۽ تارا بہ آهن چڻ سندءِ حلقہ بگوش
اي وطن تنهن جي زمين چڻ ٿو لڳي هي آسمان

تو مٿان قربان ٿين ٿا روز و شب دير و حرم
ٿا کڻن حورو ملڪ تنهن جي تقدس جو قسم
تو کي هر ڪو ٿو زماني ۾ چوي پاڪ آستان

تنهن جي استحڪام جون ضامن آهن هي صنعتون
۽ لڪل آهن تجارت ۾ سراپا عظمتون علم سان
نابود ڪرڻو آهہ جهالت جو نشان

هي گدو ۽ ڪوٽڙي هي وارسڪ، تونسہ براج
تنهن جي خوشحالي جي خاطر قوم کي ڏين ٿا خراج
گامزن آهي ترقي تي اسان جو ڪاروان .



# غزل

رهي مونکي اجل جي کانہ خواهش دار فاني ۾
الاهي ڪو نہ اهڙو ڏينهن ٿئي هن زندگاني ۾

هي ڳوڙها ڪنهن نشاط عهد رفتہ جي سزا آهن
ڪِليو هو مون بہ ها هڪ ڏينهن پنهنجي زندگاني ۾

چوان پوءِ چو نہ پنهنجي زندگي تو کي وڃڻ وارا
جفا جا تو ۾ آهي سائي آهي عمر فاني ۾

قفس ۾ ضبط گريہ جا پڇين صياد ٿو مون کان
رکان هڪ برق پوشيده ٿو اشڪن جي رواني ۾

ستارا چڻ مروٽيل گل لڳن ٿا تنهنجي بستر جا
قمر عڪس - جبين آهي زجاج آسماني ۾

هي غم هي بيکسي هي سوگ ۽ هي خانہ ويراني
رکيو جا هي پلا پيو "جوش" منهنجي زندگاني ۾



# مولانا محمد يوسف

نالو:- مولانا محمد يوسف عزيز ولد محمد رمضان.
ادبي نالو:- محمد يوسف عزيز.
جنم جي تاريخ :- ١٩٢٢ع
جنم جو هنڌ:- ڳوٺ باريجا
تعليم:- درس نظامي.
ڌنڌو :- حبيب مسجد شهداد ڪوٽ ۾ خطيب، مدرس ۽ امام.
موجوده رهائش :- شهداد ڪوٽ ضلع لاڙڪاڻو.
شاعري جي شروعات :- ٻچپن کان.
اصنافِ سخن :- غزل، نعت ۽ نظم.
پسنديده صنف :- غزل ۽ نعت.
اساتذه:- مولانا حبيب شهدادڪوٽي.
اڻ ڇپيل مواد :- سنڌي، اردو ۽ فارسي شاعري جو چڱو ذخيرو.
قابلِ ذڪر ٻيو ڪجهه:- مولانا صاحب جي مزاج ۾ جيئَن تہ گوشہ نشيني آهي. ان ڪري شاعريءَ جي ميدان ۾ نڪري نروار ڪونہ ٿيو آهي. پاڻ ڪي صرف پنهنجي شهر ۾ ٿيندڙ مشاعرن ۾ شرڪت تائين محدود رکندو ٿو اچي.



## گلزار آ

حسن آڏو عاجزي درڪار آ.
ناز سامهون سر بہ نيزي سوار آ.

مون ڳنڍيو جنهن سان ٻه ڪنهن ٽوڙيو نه آ.
ناهي ڌاڳو پنهنجي دل جي تار آ.

چو طرف صحرا سڄو ماپي ڇڏيم
گهٽ نه مجنون کان پنهنجي رفتار آ.

عشق ۾ پنهنجو رقيب آهي نه ڪو.
چو ته دل جي تهه ۾ ويٺو يار آ.

هجرو وصل آهي کهاوت هڪ غلط
پنهنجي مذهب ۾ جدائي ڳار آ.

شوخئه ابروئي جانان جو قسم.
بي رخي ٻه هن جي ڇڻ ڪيڪار آ.

پوءِ ٽپي آڙاهه ۾ مثل خليل
راضپو جي يار جو درڪار آ

آهي سڪ جن جي سچي تن جو سدا.
چپ نه چورڻ من ۾ اورڻ ڪار آ.

ديد جي اکين ۾ آهي اڄ يي ڏس.
هو خليل آ. نار آ گلزار آ

عمر ساري ويٺو رهه "هتڙي عزيز."
يار جو رستو آ هن جو پار آ.



## لک

ڪڻ قلم انسان نما شيطان تي لک.
ڪجهه اچوکي دور جي انسان تي لک.

غير کي دعوت ڏيئي ويهاري گهر.
ننگ ملت "ترڪئي" افغان تي لک.

آذر و نمــــرود ۽ شــــداد تـــــي
اڄ جي ڪنهن فـرعـون ۽ هـامـان تـي لـڪ.

ســـاڳيـــا ڌاڙيــــل آهـــن راهـــزن.
پـر هنـن ڪـي اڄ نئيـن عنـوان تـي لـڪ.

ٻي جي شهـ تي جـو جـلائـي پنهنجـو گهـر.
اهـڙي ئـي ڪنهن ٻـي خبـر نـادان تـي لـڪ.

سنــڌ ۽ پنجــاب جـــي جعفـــر تـــي لـــڪ.
صـــادقِ ســرحـــد بلــوچستـــان تــي لـــڪ.

ڪـر ڪـري شيطـــان جـــو نـــالـــو وٺـــي.
اهـڙي لاشِ مسلـمِ ٻـي جـان تـي لـڪ.

واعـــظ محـــراب و ممبـــر آ پلـــو.
پـر مُجـاهـد جنـگ جـي ميـدان تـي لـڪ.

گـاهـ جـي سـر تـي پـري پيـريـن ننگـي.
هـــن نمـــاڻـــي دخـتـــرِ دهـقـــان تـــي لـــڪ.

هـــاري آهـــي پـــر پـــي هـــڪ انســـان آ.
هن جي بدحالي جي ڪنهن عنوان تي لڪ.

ڪعبـئـــ وحـــاجـــات امـــريـڪـــ ۽ روس.
پـــر زبـــان تـــي قـــرأتِ قـــرآن تـــي لـــڪ

مـــرد جـــي ڍڪيـــل بـــدن ۽ زال جـــي.
ســر ننگـــي ۽ سينـۀ عـــريـــان تـــي لـــڪ.

ٻيا ٻـ تـو تـي ٿـا لـڪـن ۽ تـون پـي "عـزيـز"
پـاڻ پنهنجـي عيـب ۽ عصيـان تـي لـڪ.



# محمد خان مولائي

نالو:- محمد خان ولد ميهر خان چانڊيو.
ادبي نالو:- محمد خان مولائي
جنم جي تاريخ سن:- ١ جولاءِ ١٩٢٣ع.
جنم جو هنڌ:- وڳڻ وڏا تعلقہ واره ضلع لاڙڪاڻہ.
تعليم:- فائينل پاس.
ڌنڌو :-ڪجهہ بہ نہ.
موجوده رهائش :- وڳڻ وڏا تعلقہ واره ضلع لاڙڪاڻہ.
شاعري جي شروعات :-ننڍپڻ کان پر باقائده ١٩٥٢ع کان.
اصناف سخن :- غزل، نظم، نعت وغيره.
پسنديدہ صنف :- غزل ۽ نظم.
استاذه :- احقر جمالي مرحوم.
ڇپيل ڪتاب - رسالا جن ۾ ڪلام ڇپيل :- سنڌ جي سمورن رسالن ۾.
اڻ ڇپيل مواد:- تمام گهڻو قلمي مواد هن بياضن جي صورت ۾.
قابل ذکر ٻيو ڪجهہ:- مولائي صاحب هڪ پڪو پختو ۽ ديندار قسم جو شاعر آهي. وڳڻ جي ننڍي ڳوٺ ۾ محترم هزارو خان مجاهد سان گڏ ادبي جوت جلايو وينو آهي. ڪراڙپ ۽ بيماريءَ جي ڪري ادبي محفلن ۾ سندس شموليت گهٽ رهندي آئي آهي.

اتي اي قوم جا رهبر امامت جي ضرورت آ
ڪيون سر جي سخا هاڻي سخاوت جي ضرورت آ

نڪي ويهي سڃڻ رهجي نڪي آ وقت ويهڻ جو
سچائي قوم سان ڪر جو صداقت جي ضرورت آ

سهي صدمان سڃڻ سختيون ڪيون قربان سر پنهنجو
وطن خاطر خدا ڇاڻي حفاظت جي ضرورت آ

ڪيون صدقو پنهنجو زر گهر خزانو ديس تان سارو
جو پنهنجي ديس کي اڄ سخت محنت جي ضرورت آ

ڪري محنت جفا ڪش ٿي سينگاريون ديس پنهنجي کي
ڪيون سهڻو وطن سارو نزاڪت جي ضرورت آ

ڇڏي سر ساهه جو سانگو ڪيون خدمت وطن جي جو
ٿيو حب الوطن ايمان محبت جي ضرورت آ

وساري عام هي ڳالهيون محبت رک وطن سان جو
ڇڏيون تڪرار ڪلفت کي جو الفت جي ضرورت آ

ڇڏي اڄ اختلافن کي ٿيون يڪ راءِ سڀ ڇو جو
وطن ۽ قوم جي بي لوث خدمت جي ضرورت آ

وطن جي لئہ ڏٿي ڪان گهر دعا شب روز "مولائي"
خدا جي خاص قدرت جي ۽ رحمت جي ضرورت آ

ٿو ڏسان اڄ خلق ۾ گهٽ ڳالهه مان ايمان جي
جو ڇڏي غيرت وئي آ، ناه ڪنهن کي شان جي

آدمي جو آدمي سان وير وڌندو ٿو وڃي
دشمني تي دشمني آ ظلمتِ زندان جي

خوف طاري آه جاري رهزنن جي روز شب
جو خدا جو خوف ناهي ڳالهه آ آرمان جي

اڄ چڱائي جي ڪِرڻ جو ٿو ملي بدلو برو
جو رهي نيت بُرِي هن نفس آ نادان جي

ناه جو خلق خدا جو درد ڪنهن کي ڇا ڇوان
تي تڏه آ رونما نوبت اها نقصان جي

ناه ڪو آرام ڪنهن کي ناه ڪا سک جي گهڙي
بيقراري انتظاري آه ڳڻتي نانَ جي

ڪوڙ ڪلفت جي ڪري بس ناه ڪا برڪت رهي
بي حيائي ڇوٽ آهي شان جي نا مانَ جي

گهر ۾ داڻو ناه جنهن کي پيو پڏائي پاڻ کي
لاٿ ٿي لڪ جي لڳي پئي خان صاحب خان جي

ڪو سڪون قلب ڪونهي هاءِ "مولائي" تڏهن
بي مزي آ تي وئي اڄ زندگي انسان جي



# "فيض" بخشاپوري

نالو:- فيض الله خان ولد مصري خان ڊومڪي بلوچ
ادبي نالو:- فيض بخشاپوري
جنم جي تاريخ-سن:- ١٩٢٤ع
جنم جو هنڌ:-بخشاپور ضلع جيڪب آباد
تعليم:- اديب عالم (اردو)
موجوده رهائش:- ڪنڌ ڪوٽ ضلع جيڪب آباد
ادبي حيثيت :-نائب صدر جمعيت الشعراءَ سنڌ
شاعري جي شروعات:- سن ١٩٣٦ع
اصنافِ سخن :-غزل، نعت، قصيده، مرثيہ، منقبت، نظم، قطعات
پسنديده صنف:- غزل
ڇپيل ڪتاب:- ١. شعلہ عشق ٢. خمخانہ فيض ٣. گنجينہ فيض. انهن ڪتابن کان علاوه سنڌ جي سمورن ادبي رسالن ۽ اخبارن ۾ بي شمار ڪلام ڇپيل آهي.
اڻ ڇپيل مواد :-"سرچشمہ فيض" ۽ بيو لا تعداد مواد.
قابل ذڪر بيو ڪجهہ :-حضرت بخشاپوري سنڌ نہ پر پوري ملڪ جو مايہ ناز ۽ استاد الشعراءَ شاعر آهي. پوري ملڪ ۾ ٿيندڙ مشاعرن ۾ کيس دعوت ڏني ويندي آهي. ٽي وي ۽ ريڊيو جي اڪثر اردو ۽ سنڌي مشاعرن ۾ شرڪت ڪري چڪو آهي. سندس ادبي خدمات جي اعتراف ۾ کيس غالب-سنڌ جي لقب سان ياد ڪيو ويندو آهي ۽ سنڌ جي ڪن شهرن جهڙوڪ جوهي ضلع دادو، ڏهرڪي ضلع سکر ۽ ڪنڌ ڪوٽ ضلع جيڪب آباد ۾ سندس نالي جي پٺيان "بزم-فيض" قائم ڪيا ويا آهن.

# غزل

حال نرگس جي ٻڌي مستي و رعنائي جو،
خم ٿيو سر بہ ادب آ هوءِ صحرائي جو.

سر مٿيو سنگِ در يار تي سودائي جو،
داد ڏي عشق مونکي ناصيہ فرسائي جو.

خود کان غافل، نہ خودي کان نہ خدا کان زاهد،
بيخودي ۾ ٿو پيان جام خود آرائي جو.

غيرتِ ساغر جم شيشہ دل آ ساقي،
رند ٿو سير ڪري گنبدِ مينائي جو.

روءِ جانان بخدا آئينۀ روءِ خدا،
خاڪِ پا سرمۀ الماس آ بينائي جو.

جا گزين آهين دل حضرت يزدان ۾ صنم!،
ڪير انداز ڪريَ تنهنجيَ پذيرائي جو.

نرگسِ مست جو بيمار شفاياب نہ ٿيو،
ويو ڪُلي يرم مسيحا جي مسيحائي جو.

دشت ۾ پاءِ خجستہ هيو زنجير طلب،
ذوقِ زندان ۾ ٿيو باديہ پيمائي جو.

تي ويو زلف سان برهم آ نظامِ عالم،
همنشين طرفہ تماشا آ تماشائيَ جو.

خمِ ابرو کي ڏسي صورت محرابِ حرم،
ماهِ نو کي پي ٿيو ذوق جبيَن سائي جو.

قيس صحراءِ جنون ۾ جو ڏنو داد جنون،
مون چيو شڪريہ! هن حوصلہ افزائي جو.

شکر صد شکر جو ياران وطن ياد کيو،
حق ادا ٿي ويو ديرينه شناسائي جو.

دور صهبا هو مگر فيض بلا نوش نه هو،
راتِ رندن ۾ رڳو ذکر هو صهنائي جو.



# غزل

هر دَرِ اشڪ زينت مژگان ڪري ڇڏيم،
بزم ڪده يار چراغان ڪري ڇڏيم.

بيچارگيءَ کان چاڪ گريبان ڪري ڇڏيم،
دور خزان ۾ جشنِ بهاران ڪري ڇڏيم.

دل کي اسيرِ ڪاڪل پيچان ڪري ڇڏيم،
زندان گزينِ يوسفِ ڪنعان ڪري ڇڏيم.

نقش و نشان تنهنجو مٽايان ڇمي ڇمي،
اي خال توکي حافظِ قرآن ڪري ڇڏيم.

هر خار خون آبله پا کان آ لاله رنگ،
ويرانهءِ جنون کي گلستان ڪري ڇڏيم.

زاهد بروءِ عاشقي معراجِ بزرگي،
سر وقفِ سجدهءِ درجانان ڪري ڇڏيم.

احسان نا خدا کان بچايو مونکي خدا،
ڪشتيءَ کي خود حوالهءِ طوفان ڪري ڇڏيم.

سر خم ٿيو اشارهٔ ابرو سان ماه نو،
سرتيغ نازِ يار تان قربان ڪري ڇڏيم.

شور فغان و زمزمه سنجي سان همنشين!،
اهل چمن کي گرمِ غزل خوان ڪري ڇڏيم.

منهنجي زبان تي ناز تي سنڌي زبان ڪري،
دشتِ غزل کي رشڪِ خيابان ڪري ڇڏيم.

بيمارِ عشق جو نہ مسيحا کان ٿيو علاج،
يادِ صَنم کي درد جو درمان ڪري ڇڏيم.

اندازِ دوستي ۾ ڏسي رمز دشمني،
عرصيَ کان ترڪِ صحبتِ ياران ڪَري ڇڏيم.

دورِ شراب و نغمہ چنگ و رباب سان،
همَدم علاجِ گردشِ دوران ڪري ڇڏيم.

زاهد کي ويم ڪوءِ خرابات ۾ وٺي،
اي شيخ هن فرشتي کي انسان ڪري ڇڏيم.

شرحِ جمالِ عارضِ نور آفرين ڪري،
ڪافرَ کي يَي اي فيضَ مسلمان ڪري ڇڏيم.



## غزل

آئي نسيم- مشڪ فشان ڪوءِ يار کان،
ترڙ پي اٿيو هو ڪشتۂ هجران مزار کان.

سر زد گناهِ توبہ ٿيو ميگسار کان،
نادم رهان ٿو رحمت پروردگار کان.

سر ۾ سياه مستيءِ چشم-غزال شب،
روشن جهانِ دل خور-روءِ نگار کان.

چهره کان کنيونپردهٔ گيسو جو مهروش،
ٿيو آفتاب جلوه گر شب هاءِ تار کان.

زهر غم-فراق کان بيدم نہ ٿي وڃان،
ترَياق ڏي اي يار لبِ شهد بار کان.

رنگ حناءِ دست صنم کان اڳي ويو،
رنگِ شباب آههَ شڪايت بهار کان.

ساڙي چڙيو هو سوز تپ آفتاب عشق،
نڪتم جڏهن جو سايهٔ ديوارِ يار کان.

گذري وئي آ زيست طواف و سجود ۾،
گذريو خرامِ ناز هو جنهن رهگذار کان.

ميناءِ دل بصورت جام جهان نما،
سرمست مست دولتِ ديدارِ يار کان.

دست سوال غير ڏي هر گز نه ڪر دراز،
محروم ٿي نه، رحمتِ پروردگار کان.



# نثار بزمي

نالو:- قلندر بخش ولد وڏيرو محمد حسن خان جوڻيجو
ادبي نالو:- نثار بزمي
جنم جي تاريخ سن:- ١٣ جون ١٩١٩ع
جنم جو هنڌ :- مرزا پور ضلع شڪارپور
تعليم:- فائينل
ڌنڌو :- سن ١٩٥٤ع تائين پرائيمري استاد، سن ١٩٦٥ع تائين تپيدار. هينئر آزاد.
موجوده رهائش:- ڳوٺ مرزا پور ضلع شڪارپور
ادبي حيثيت :- استاد ۽ قادر الڪلام شاعر.
شاعري جي شروعات (سن -واقعو) :- ١٢ ورهين جي عمر ۾ يعنيٰ اٽڪل ١٩٣١ع کان. ماسٽر چندر سان آشنائيءَ ڪانپوءِ.
اصنافِ سخن:- هر قسم جي شاعري.
پسنديدهَ صنف:- غزل، گيت،وائي.
اساتذه :- پنهنجو شوق ۽ جنون.
ڇپيل ڪتاب - رسالا جن ۾ ڪلام ڇپيل:-
١. سنڌڙي ٢. وڇن جا وراڪا ٣. ڏکن آءُ ڏڏي.
شاعريءَ جي مجموعي کان علاوه هر صنف تي ڪلام سنڌ جي سمورن رسالن ۾ ڇپجندو رهي ٿو.
اڻ ڇپيل مواد:- شاعري ۾ ڪافي اڻ ڇپيل مواد وٽس محفوظ آهي.
قابلِ ذڪر ٻيو ڪجهه:- نثار بزمي صاحب شروعات ۾ "مَاسٽر" جي تخلص سان لکندو رهيو. نثر جي ميدان ۾ بہ سرگرم رهيو. ڪيس ادب کان علاوه موسيقيءَ جو بہ شوق رهيو، ان سلسلي ۾ هارمونيم، بينجو ۽ تنبور تي مهارت حاصل ڪيائين. مختلف محفلن ۾ ۽ سکر

لوڪل براڊڪاسٽنگ اسٽيشن تي خوب ڳايائين. سندس ڪلام موجوده وقت جا مشهور ڳائڻا رسول بخش ابڙو، گلشن علي زنگيجو، گل بهار مهر شوق سان ڳائين ٿا. سندس نالي سان امروٽ شريف ضلع شڪارپور ۾ بزم- نثار بزمي جي شاخ قائم آهي.

## ضرورت

راهِ وفا ۾ آهي ايثار جي ضرورت،
امَن و امان جي لئہ آ پيار جي ضرورت.

ڪا چيز پاڻَ پنهنجي تعمير ڪونہ ٿيندي،
هر حال ۾ رهي ٿي معمار جي ضرورت.

گُنگي زبان ڪهڙو ڪو داستان ٻڌائي،
ڪِردار کي هوندي آ گفتار جي ضرورت.

سانديي رکڻ جي يارو! دل چيز ئي نہ آهي،
ڪوئي گهڙي، َ تہ ڪهڙي انڪار جي ضرورت.

اکين کي ٿيندي آهي ديدار جي ضرورت،
خالي گلي کي هوندي آهار جي ضرورت.

پنهنجي اثر کان خالي ڪا شيءِ جهان ۾ ڪانهي،
ٿي خار کي ڪڍڻ لئہ ٿئي خارجي ضرورت.

اِنسانُ ڪو اڪيلو ڪيئن ٿو سگهي گُذاري،
هِڪَ کي ٿئي ٿي ٻئي جي آذار جي ضرورت.

هي شعر تون پڙهين ٿو ڪهڙو نثار ”بزمي“،
هن ڪچهريءَ کي آهي شهڪار جي ضرورت.

## گيت

نرالو منهنجو آمذڪور، نرالو منهنجو آ مذڪور
ڪڪرن ۾ ڪاراڻ آ منهنجي

گلڙن ۾ سرهاڻ آ منهنجي
چنڊ اندر چانڊاڻ آ منهنجي
اک آک ۾ آلاڻ آ منهنجي
افق شفق تي چانيل منهنجي نيڻن جو آ نور
نرالو منهنجو آ مذڪور
مشرق مغرب مان ئي آهيان
ونحن اقرب مان ئي آهيان
”ڪن“ جو ڪرتب مان ئي آهيان
مسلڪ مذهب مان ئي آهيان
مان ئي پنهنجي جسم مان جوڙيو آهي جلوه طور
نرالو منهنجو آ مذڪور
منهنجي لئہ تہ تارا ٽمڪن،
منهنجي لئہ تيون مڪڙيون مهڪن
منهنجي لئہ تہ چيهڙا چهڪن
منهنجي لئہ تيون لامون لڙڪن
منهنجي لفظن مان تہ نڪري دنيا جو دستور
نرالو منهنجو آ مذڪور
موت بہ مان تہ حيات بہ مان ئي
ٻادل ۽ برسات بہ مان ئي
ٻات بہ مان ئي، تات بہ مان ئي
ڏينهن بہ مان ئي، رات بہ مان ئي
ڪنهن کي تہ منظور ڪريان ۽ ڪنهن کي نا منظور
نرالو منهنجو آ مذڪور



## غزل

رُلون ٿا روهہ ۾ ساوڻ جي بادلن وانگر،
اُداس آهيون انئي پَهَرَ عاشقن وانگر.

فقير آهيون فقيريءَ ۾ خوش گذاريون ٿا،
رهون ٿا پنهنجي رياضت ۾ خادمن وانگر.

اساڻجي جسم جو پٽر سان واسطو ڪهڙو،
اسان، تہ آهيون ڪتابن ۽ ڪاغذن وانگر.

گهٽائي ڪيئن سگهون پنهنجا ولولا هاڻي،
وڌائي پاڻ ڇڏياسين جي فاصلن وانگر.

اسان جا لڙڪ جهلڻ سان، تہ ڪونہ جهلجن ٿا،
هلي پون ٿا اکين مان هي قاصدن وانگر.

اُتون وهون ٿا اسين حڪم جا بندا آهيون،
رهون ٿا عشق ۾ ڪورٽ جي قاعدن وانگر.

غمن کي ڪيئن ڏکي دل منجهان ڪڍون ٻاهر،
رهن ٿا ساڻ سَدائين جي مائٽن وانگر.

ڪڏهن ڇَرين جا ٿي استاد ٿا پئون "بزمي"،
ڪڏهن اچَون ٿا نظر سيکي سالڪن وانگر.



## محنت

هر مسئلو حل ٿئي ٿو دوستو! محنت ڪانپو،
جي مِلي عزت، تہ گهرجي ڇاپلا عزت ڪانپو.

آهَ کي تاثير ڏيڪارڻ ۾ گهرجَن ڏينهن ٿا
مدعا پوري ٿئي ٿي دل جي ڪنهن مدَت ڪانپو.

مُنهن وجهي مُونَن ۾ ويهڻ مان پلا ڇا فائدو،
حڪمتون ظاهر ٿِينَ ٿِيون جسم جي حرڪت ڪانپو.

شان جي هڪ ڏينهن جي ٻي زندگي آ بهترين،
ڪهڙو انسان جو جياپو ٿو ٿئي ذلت ڪانپو.

ٻيا چڙهن ٿا چند تي ۽ پاڻ ٿا ڳالهيون ٻُڌون،
ٻي ضروري چيز آ ڪهڙي وري غيرت ڪانپو.

هڪ جِڻو آخر تہ آهي هڪ جِڻو،سو ڇا ڪندو،
مان محفل جو وڏي ٿو ڇئَن جي شرڪت ڪانپو.

خودشناسي ۾ معنيٰ ۾ خدا جي آشناس،
مرحلا طئي ٿي وڃن ٿا رب جي رغبت ڪانپو.

مرد محنت ڪش جو رتبو قابل تعريف آ،
ڇا ڪپي انسان کي ايمان جي دولت ڪانپو.

سچ ٻه پاڇا، هي تہ عالم آ شڪار آ اصطلاح،
صبح جي آمد آ لازم شام جي ظلمت ڪانپو.

ملڪ ۽ ملت جي خدمت آهي "بزمي" بندگي،
ڪانہ ٻي آ اهم خدمت ڪابہ هن خدمت ڪانپو.



# هزارو خان "مجاهد"

نالو:- هزارو خان ولد لعل بخش خان عباسي.
ادبي نالو:- هزارو خان مجاهد.
جنم جي تاريخ-سن:- ١٣ آگسٽ ١٩٢٤ع.
جنم جو هنڌ:- شهر گهوگهارو تعلقہ قنبر ضلع لاڙڪاڻہ.
تعليم:- سنڌي فائينل.
موجوده رهائش:- وڳڻ تعلقہ واره ضلع لاڙڪاڻہ.
ادبي حيثيت:- نامور شاعر.
شاعري جي شروعات:- ١٩٤٢ع ۾ بقول سندس حضرت قلندر شهباز جي زيارت ڪان پوءِ مٿس هڪ عجيب ڪيفيت طاري ٿي ۽ شاعري شروع ڪيائين.
اصنافِ سُخن:- غزل، نظم، منقبت.
پسنديده صنف:- غزل ۽ نظم.
ڇپيل ڪتاب:- ١. ڪلام مجاهد ٢. گل ئي گل.
رسالا جن ۾ ڪلام ڇپيل:- سنڌ جا سمورا رسالا.
اڻ ڇپيل مواد:- هر قسم جي شاعريءَ تي مشتمل هڪ وڏو بياض "جذبات مجاهد" جي نالي سان، جنهنجو پيش لفظ ملڪ جي نامور دانشور ۽ اديب ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌيءَ ڪان لکرايو اٿائين.
قابل ذڪر ٻيو ڪجهہ:- مجاهد جا وڏا اصل ڳوٺ جاڳڻ ضلع شڪارپور جا وينل هئا، جتان لڏي اول شهر گهوگهاري ۾ ۽ پوءِ وڳڻ تعلقہ واره ۾ اچي ويٺا.
مجاهد صاحب جي چوڻ مطابق شعر چوڻ جي ڏات کيس حضرت قلندر شهباز وٽان ملي آهي.

## انسان تي لڪ

ناصحا ظلمَ و ستمَ زندان تي لڪ
بد فضا ما حول جي طوفان تي لڪ

آ ويو اَخلاق انساني ڇڏي
جو پيو اِنسانُ تي شيطان تي لڪ

خونَ سان تو راند ڪيڏي آدمي
خاص آدمَ خور جي عنوان تي لڪ

ڪو خُدا جي خوف وارو ناهه ڪو
بي حيا بي دين جي ڪفران تي لڪ

تي ويو اونداه آهي چو طرف
ظلمَ جي بي اِنتها ميدان تي لڪ

جهنگ جي حيوانَ جانُ حيوانُ آ
آدمي جي جوش ۽ جولان تي لڪ

اَڄ خُدا ڪي ڪو خُدا سمجهي نٿو
بدعمل انسان بي ايمان تي لڪ

آ مُجاهد ڪي اِئين سيني چيو
ڪجهه اَچوڪي دور جي عنوان تي لڪ



## سائل نہ ٿي

ڪشمڪش ۾ دائما رهه عيش ڏي مائل نہ ٿي،
بغض بدعت ڇڏ بُرائي ڪوڙ جو قائل نہ ٿي.

بي بقا دُنيا ۾ آهين ڪا گهڙي ڪن سوچ تون،
خواب آهي هِي حياتي خواب ۾ غافل نہ ٿي .

مار پنهنجي خود خودي خوددار ٿي ۽ خيال سان،
ره سدا افڪار ۾ اَذڪار ڪان ڪاهل نہ ٿي.

هن زماني جي مزن تي تي نہ موڳو مَحوَ تون،
جڏ اِهو حرص و هوس تون جوش ۾ جاهل نہ ٿي.

پاڻُ پنهنجو تون سجاڻي نفس تي غالب رهي،
عشق رک الله سان شيطان سان شامل نہ ٿي.

راه حق ۾ رات ڏينهانِ کر عمل نيڪي سندو،
ان سوا ٻيو ڪم نہ ايندءِ خواه مخواه پاڳل نہ ٿي.

ڇو وڃائين وقت وينو ويسلو ٿي ڪين ڪي،
هوش سان هوشيار هل هن ڦند ۾ ڦاٿل نہ ٿي .

ورد پنجتن جو زُبان تي وات ٻي وائي نہ ڪر،
عَشق عربي ڪانسواءِ ٻئي عشَق ۾ داخل نہ ٿي.

روز محشر ۾ ڪندو محبوب اُمت جي شفا،
اي مُجاهد شافع محشر سوا سائل نہ ٿي.

# غلام مرتضيٰ اعظم

نالو:- غلام مرتضيٰ ولد ميان جا ، محمد عباسي.
ادبي نالو:- اول ملازم ۽ هينئر اعظم.
جنم جي تاريخ :- ٢ فيبروري ١٩٢٥ع.
تعليم :- سنڌي ست درجا ۽ انگريزي ٽي درجا.
ڌنڌو :- حڪمت
موجوده رهائش :- رتوديرو ضلع لاڙڪاڻو.
ادبي حيثيت :- باني ۽ نگران بزم - عتيق ادب رتوديرو.
شاعري جي شروعات (سن- واقعو) :- سيپٽيمبر ١٩٤٧ع کان سندس پهرين اهليہ جي اوچتو وفات جي صدمي تحت.
اصنافِ سخن :- هر صنف تي طبع آزمائي ڪيل.
پسنديده صنف :- غزل ۽ نعت.
اساتذه:- ذاتي مطالعہ ۽ شوق.
ڇپيل ڪتاب :- ١. عشق عظيم ٢. سراج السالڪين في ذڪر رحمت اللعالمين.
رسالا جن ۾ ڪلام ڇپيل :- سنڌ جا خاص خاص رسالا.
اڻ ڇپيل مواد :- شاعريءَ جوهڪ مجموعو "ڪليات مرتضيٰ" ۽ ٻيو گهڻو ڪجهہ.
قابل ذڪر ڪجهہ ٻيو:- اعظم عباسي صاحب نهايت وسيع القلب ۽ خوش خلق انسان آهي. هي پنجن ٻولين جو شاعر آهي. سندس شاعري مشهور ڪتاب "غياث اللغات بہ حاشيہ منتخب اللغات" جي مطالعي کان پوءِ پختي ٿي. عباسي صاحب جي عمر هن وقت جيتوڻيڪ پنجهٺ سال آهي پر تڏهن بہ محفل جو مور لڳندو آهي.

# فرياد ٻڌ!

دلربا نالان دل نا شاد جي فرياد ٻڌ،
ڪجهہ اچا شيرين زبان فرهاد جي فرياد ٻڌ.

وَهم غم اندوهہ ارمان سڀ جا سڀ متجي ويا،
پر اچا هڪ آهَ جي فرياد جي فرياد ٻڌ.

ظالمن ۾ فتنہ پردازن مٿي نصرت ملي،
منتظر مظلوم ۾ برباد جي فرياد ٻڌ.

ظلم جو ايڏو زمانو درد جو ايڏو دٻاءُ،
منزلِ مقصد کان دور افتاد جي فرياد ٻڌ.

دُور ڪر دور خِزان موسم گل و گلزار ڪر،
باغ ۾ بستان جي امداد جي فرياد ٻڌ.

مون ڏيان ٻيو دانهن ڪنهن کي ڪونہ آ فرياد ٻڌ،
بيڪسي ۾ مون مٿان بيداد جي فرياد ٻڌ.

رسمِ الفت ۾ رضا سان رستگاري تي رساءِ،
بندهِ "اعظم" جي گهر آباد جي فرياد ٻڌ.



# ڏينهن رات

اي ادا مچ تون سدا بُرهان باري ڏينهن رات،
عمر ساري تو گناهن ۾ گذاري ڏينهن رات.

رڻ چَڙهين گهوڙاڙي گهوڙا شوق شوڪت ۾ شتاب،
ڏَر خدا گهور يا ٿهڙي ڪا تو نہ گهاري ڏينهن رات.

سڀ ڪَپي وينئہ خزانا محل ماڙيون جائداد،
معتبر سمجهئي اچائي مالداري ڏينهن رات.

مشڪ ميندِيون عطر عنبر محفلون تو در مدام،
پَر مُئي هُوندئي مَتي مُنهِن واتِ واري ڏينهن رات.

وار اڪثر ٿيا اَڇا سر جا سونهاري تي سفيد،
ڪيستائين چو ڪندين ڏئي ڪيس ڪارِي ڏينهن رات.

ڪا رڪيئي رغبت نہ روزن يا نمازن ساڻ نيهُن،
نہ تہ اُٿڻ اَذ رات يا ڪر ذڪر زاري ڏينهن رات.

فڪر ۽ فرمان تنهنجو نام "اعظم" نا تمام،
تو نہ ڪِٿ نِوڙي ڪڍهن نيڪي نهاري ڏينهن رات.



## ساهہ سڪ

عشقُ الفت آسَ آرو هڪ سڄڻ جي ساهہَ سڪ،
سُونهن ۾ سڀ کان سونهارو هڪ سڄڻ جي ساهہَ سِڪ.

دُور تي دل ڪان دوئي ٻيو ٻَن ٻيائي ڪي وڌم،
غير سان ٿئي ڪئن گذارو هڪ سڄڻ جو ساهہ سڪَ.

ديِن دنيا موتَ محشر سان نہ مطلب عاشقن،
حور جنت کان ڪنارو هڪ سڄڻ جي ساهہَ سِڪ.

نَحَو منطق ڪنز ڪافيہ ڇڏ ڪٿي مسلم عُلوم،
پرت جو پڙهہ پاڪ پارو هڪ سڄڻ جي ساهہَ سِڪ.

بَرقَ جُهڙ برسات ۾ گاجن ڪڪر ڪو هيِر ۾،
برف بار ان روهُ پارو هڪ سڄڻ جي ساهہ سِڪ.

سج ثاقب ۽ ثريا ماهہ پروين ڪهڪشان،
هيَ سين کان سر ستارو هڪ سڄڻ جي ساهہَ سڪ.

پيرَ لڪَ مخدومَ مرشدَ شاهہَ سيد ڪي فقير،
پيرُ اعظم جو پاڳارو هڪ سڄڻ جو ساهہَ سِڪ.

# رحمت الله شوق

نالو:- رحمت الله ولد آخوند اسد الله قريشي.
ادبي نالو:- رحمت الله شوق.
جنم ۽ تاريخ-سن:- ١٨ جون ١٩٢٦ع.
جنم جو هنڌ:- ڳوٺ پراڻو جهلي تعلقو ڳڙهي ياسين ضلع شڪارپور.
تعليم:- سنڌي ۽ عربي تعليم.
موجوده رهائش:- پراڻو پاور هائوس شڪارپور.
ادبي حيثيت :- باني جنرل سيڪريٽري بزم گلشن - لطيف شڪارپور.
شاعري جي شروعات:- (سن-واقعو):- ١٠-١٢ سالن جي عمر کان. استاد محمد حسن سومري جي تعليم کان متاثر ٿي سنه ١٩٣٩ع کان باقاعده عروضي شاعري شروع ڪيائين.
اصناف سخن :-غزل، ڪافيون، نعت، حمد.
پسنديده صنف:- نعت ۽ غزل.
ڇپيل ڪتاب:- ١. نظم-شوق (رهنماءِ شاعري) ٢. ساموندي لهر ٣. جام-محبت ۴. الفت رسول ٥. قصه ڪربلا (منظوم) ٦. ديوان شوق شڪارپوري.
رسالا جن ۾ ڪلام ڇپيل :- سنڌ جا سمورا رسالا ۽ اخبارون.
اڻ ڇپيل مواد :- ٣ قلمي ديوان ۽ ٻيو گهڻو ڪجهه.
قابل ذڪر ٻيو ڪجهه :- شوق صاحب جا وڏا پڻ ڪامل شاعر ٿي گذريا آهن. هن نه صرف پاڻ شاعري ڪئي آهي. پر نون شاعرن جي رهنمائي لاءِ هڪ ڪتاب "نظم شوق" لکيو اٿائين ۽ عملي تربيت لاءِ شاعريءَ جو هڪ اسڪول دارالعروض جي نالي سان به کوليائين. شوق صاحب هن وقت تائين ٻن سون کان وڌيڪ مشاعرا ۽ ڪانفرنسون ڪرائي چڪو آهي.

# ناز ڇا انسان ڪري

ٻڌ! خزان جي ڳالهہ ڇا ٿي بلبل نالان ڪري،
باغ ۽ بستان ڪيئي جنهن ڇڏيا ويران ڪري.

روڪ ٿي ناهي اجل واري اچڻ ڪي او ادا!،
"بي بقا هن زندگيءَ تي ناز ڇا انسان ڪري".

خود سڪندر شاهہ جهڙا هٿ ڪٽي خالي ويا،
دم گهڙيءَ جي واسطي ڇو مال گڏ مهمان ڪري.

جي رڪين باغ وفا جو ڪو ٿڌو دل ۾ ڪٽو،
ڪين ٻو ڳالهاءِ ڪوسو، يار! تون يزدان ڪري.

مورُ ٻيي مستانو هيڪر تي سگهيٺو نازنين،
وَہ" گهمڻ جي ٿور تنهنجي هُو بہ ٿو حيران ڪري.

تون ٻُڌين ٻيي جيستائين، مان مري شايد وڃان،
روح ايڏو منتظر ٿو دمبدم ريهان ڪري.

پيش عاشق جي اچي جيڪو بہ اُن ۾ خير آهہ،
حال ڪان بيحال آهيان مان ٿيو جانان ڪري.

هر مصيبت ڪان هراسان "شوق"! ڪي ٿيٺو نہ آهہ،
وقت ڪنهن مشڪل ڇڏيندو سڀ خدا آسان ڪري.



# ٻيري هڻ شرڪ کي ٻالا

ڇريو ڇو تون ٿيو آهين، ڏسي دنيا سندا ڇالا،
تون ڏس اسلام سچي جو طريقو، طور، متوالا!.

پڙهي توحيد جو ڪلمو، سڏائين گر مسلمان تو،
"م ٿي مشرڪ، موحّد رہ ٻيري هڻ شرڪ کي ٻالا".

هو الله الصمد آهي، برابر جنهن جي كو ناهي،
ڳجهو، ظاهر، اُنهي جا پاڪ سڀ ئي ياد ڪر نالا.

محمد رسول اللهﷺ جو تون امتي آهين،
سين ڏوهن گناهن کي لڳائي سخت چڏ تالا.

وجهي شيطان تو رخنو عبادت پاڪ ۾ دم دم،
پڙهي "لاحول"، ان جو نام ونيشان ڪر تهه و بالا.

ڏسي جبلن جا روشن لعل، ٿي قائل نہ تن جو تون،
"حجرِ اسود مبارڪ" تان فدا ڪر سڀ پٿر لالا.

پڙهين جي شعر، اي شاعر! شريعت پاڪ جائي پڙهہ!،
بڌائج ڪين تون ڪنهن کي خلاف شرع، بيتالا.

روئي ٿي "شوق!" تنهنجي دل حقيقي! پو مبارڪ ٿي،
جي نہ تہ چئبا رياڪاريءَ سندا تنهنجا هي نيڻ آ لا.

## شاعري جو چڏ نہ ڪم!

چو مسلمان تو ڪرين اسلام سان ظلم وستم،
شاعري اسلام کان آهي هٽايو تو قدم.

پل تون واعظ نثر ۾ ڪر، ڪجهہ تہ ڳالهاءِ نظم ۾،
ڏس سيئي اصحاب شاعر، عرض هي لازم اتم.

شاعري سان ڪيئي جنگيون جيتجي ويون ڪڻ سلاح،
جلد جنهن سان سوڀ ٿي، سو "شاعري جو چڏ نہ ڪم".

بن ترارن سان لڙي جو آهہ سُورهہ سو وڏو،
ورنہ خنجر ڪر زبان ۾ ڪر تکو پالو قلم.

نبوي مسجد منجهہ خود، ڏيندا ها ڪُرسي مانَ جي،
شاعر اسلام کي مرسل منا، شاهہ اُمم.

سُوره "شعراءُ" ۾ آهي شاعرن جو ذڪر صاف،
صالحن لئہ ڇا خدا فرمايو آهي؟ ڇئو صنم!..

ڇو نہ هڪ ٻي کي ٻُڌايون ڳالهہ هر هڪ حقِ جي،
ٿئن متان ناراض، آهيون پاڻ ۾ ياڻر ٻهم.

هڪ ٻہ عمدو ڪين ٽُلڪاءِ شاعرن جو اجتماع،
خشڪ مُلا! تو ڏيان توکي مان قادر جو قسم.

ڇئنج جي لائين تي وئي تي، وري تون ڪاءُ وڪڙ،
"شوق" جي وٽ راءِ! رک سو دل اندر سوز و الم.



# لقمان حکيم

نالو:- لقمان حکيم ولد عبدالرحمان ڪوڪر.
ادبي نالو:- لقمان حکيم.
جنم جي تاريخ-سن:- جولاءِ ١٩٢٩ع.
جنم جو هنڌ:- ڳوٺ سونو جتوئي تعلقو لاڙڪاڻو.
تعليم:- ست درجا سنڌي ۽ ٽي درجا انگريزي، عربي ۽ فارسي.
ڌنڌو:- جلد سازي.
موجوده رهائش:- لاهوري محلو لاڙڪاڻو.
ادبي حيثيت :- جنرل سيڪريٽري بزم-سچل، نائب صدر سچل ادبي مرڪز لاڙڪاڻو.
شاعري جي شروعات:- (سن-واقعو):- ننڍي هوندي کان ئي ـ مدرسي ۾ عربي ۽ فارسي پڙهڻ دوران.
اصنافِ سخن :- هر صنف ۾ طبع آزمائي ڪيل اٿس.
پسنديده صنف:- غزل، نعت، ڪافي ۽ قطعات.
اساتذه :- مولانا عبدالله اثر.
ڇپيل ڪتاب:- ١. جهونگار (ترتيب)
رسالا جن ۾ ڪلام ڇپيل :- سه ماهي مهراڻ، ماهوار نئين زندگي ۽ پيغام وغيره.
اڻ ڇپيل مواد:- قلمي صورت ۾ تمام گهڻو خاص طور ديوان - حکيم.
قابل ذڪر ٻيو ڪجهه :- حکيم صاحب استاد الشعراء منجهان آهن. هن جو رنگ گهڻو ڪري مزاحيہ ۽ طنزيہ هوندو آهي، جيڪو معاشري جي ناسور جي نہ صرف نشاندهي ڪندو آهي پر آپريشن بہ ڪندو آهي. سندس ڪلام سنڌي، سرائڪي، فارسي، اردو، ۽ عربيءَ ۾ موجود آهي. پاڻ ڪيترو وقت هفتيوار اخبار انصاف ۽ پاڪستان لاڙڪاڻه جي ادبي صفحن جو انچارج ۽ ٽي سال هفتيوار "الحيدر" ڪراچي جو ايڊيٽر رهيو آهي.

## نعت

حقيقي ملڪ جو مالڪ خدا ناهي تہ ٻيو ڪاهي،
خدائي جو نبي فرمان روانا ناهي تہ ٻيو ڪاهي.

جهانن جي ڀلائيءَ لئہ حبيب الله جي آمد،
خدا جي مومنن تي ٿي عطا ناهي تہ ٻيو ڪاهي.

جهالت جي ضلالت جي هئي هر طرف اونده،
ڪڍيو ان کي محمد جي ضيا ناهي تہ ٻيو ڪاهي.

هجي بدڪار ڪيڏو ٻي جي پهتو هت ويو رڱجي،
سو رهبر رهنما نورالهديٰ ناهي تہ ٻيو ڪاهي.

گهڙي پل جن ڪئي صحبت ولي ٿيا غوث اعظم ٿيا،
سندس نوري نظر تي ڪيميا ناهي تہ ٻيو ڪاهي.

ڪيو اعلان هي خيرالبشرآ، لا نبي بعدي،
رسول الله ختم الانبياء ناهي تہ ٻيو ڪاهي.

بظاهر نور بي پاڇي، تي هر شي ان جي پاڇي ۾،
معمہ راز مخفي ماجرا ناهي تہ ٻيو ڪاهي.

شب مِعراج عظمت کي ڏسي موسيٰ چيو والله،
خدا کان پو محمد مصطفيٰ ناهي تہ ٻيو ڪاهي.

اچا ناموس مرسل تي مجاهد سرڪٽائن ٿا،
اهو وعده وفا قالو بليٰ ناهي تہ ٻيو ڪاهي.

اشاري سان قمر ٽڪرا، لٽل سج ٿو اچي واپس،
محمد جي رضا رب جي رضا ناهي تہ ٻيو ڪا هي.

مرض جو ٻي "حڪيم" آهي مجرب نوٽ ڪرنسخو،
مٿس صلواة دردن جي دوا ناهي تہ ٻيو ڪاهي.

## لک

پل پريءَ نبي حور تي غلمان تي لک.
تن جي عاشق سر ڦرئي نادان تي لک.

هن تي لک ۽ هُن تي لک، سيني تي لک
ڪجھ اچوڪي دور جي انسان تي لک.

گھر ٻهاري جو وڃي ساڄُهر اُٿي
اهڙي محسن مهربان مهمان تي لک

چند ڏينهن ۾ پنائي جو چڏي
ڊاڪٽر تي فيس تي درمان تي لک

جي چڙي پئي ڪفر جي فتوا ڏئي.
دين جي دشمن مُلي ڏگران تي لک

جو بنا رشوت جي چڻ ڪائي پيو
تنهن چڙيل مسٽر تي بدعنوان تي لک

قتل غارت ۽ نڳي جنهن جو ڌنڌو
ان جي نيت جذبہ ايمان تي لک

ٽي وڃي اغوا پلي جا ٽي هجي
تنهن بشر جي روپ ۾ حيوان تي لک

ڪِيس ڪيڏا لک، ڪري پوتار ٿو.
۽ مُنجهل مظلوم جي ارمان تي لک

جو ڏنا ڏئي ۽ بنائي داءُ ٿو.
ان فريبي لاھ سياستدان تي لک

رنگ لاتو خوب هيروئين آ
نئين نسل جي وارثن گريان تي لک

مڙني خوبين جو آمالڪ آدمي
ڪير توڪي ٿو چوي شيطان تي لک

سُئي لِڳڻ سان جي نہ ٿو ڦٽڪي مري.
اُن حڪيمِ خواه مخواه لقمان تي لڪ



## قومي نظم

نعره پنهنجو، نظريہ پنهنجو، پنهنجو آ ايمان،
جيئي سنڌ سونهاري پنهنجي جيئي پاڪستان.

سنڌ، بلوچستان، پنجاب ۽ سرحد سان آ پيار،
ڪلمہ گو ڪي ڀاءُ ٿا سمجهون، سمجهايو قرآن.

جيڪو جا تي آهي تا تي خوش رهي خوش حال،
نيڪي الفت ساڻ وڌايون پنهنجي وطن جو شان.

دل ۾ ڌاريون پيار محبت، ويچا وير وساريون،
پيدا ٿي شل ڪين ڪٿي ڀي ڳڙ ٻڙ ۽ گمسان.

مخلص ٿي وچ تون اي مسلمان وقت جي آهہ تقاضا،
جهيڙا ڇڏ تون بغض ڪڍي ڇڏ بڻجي رهہ انسان.



## ساڙ

ڪلفت ڪينہ ساڙ حسد جي پاڙان پاڙ پٽي ڇڏ،
مومن مرد مجاهد لئہ آفائق جو فرمان.

ڪين ڪپي ڀيو طور طريقو سڀ ڪجهہ آ اسلام،
نسخو آ ناياب ٻڌايو حڪمت جو لقمان.



# امید خيرپوري

نالو:- امید علي ولد زوار علي مراد جمالي.
ادبي نالو:- امید خيرپوري.
جنم تاريخ-سن:- ۱۴ آگسٽ ۱۹۲۹ع مطابق ۲ صفر ۱۳۴۹هہ.
جنم جو هنڌ:- خيرپور ميرس.
تعليم:- اديب عالم.
ڌنڌو:-رٽايرڊ هيڊ ڪانسٽبل پوليس.
موجوده رهائش:-جمالي هائوس بچل شاهہ محلو، خيرپور ميرس.
ادبي حيثيت :- سرپرست بزم-امید، باني بزم بچل شاه.
شاعري جي شروعات:- (سن - واقعو):- ۱۹۴۷ع کان استاد رشيد احمد لاشاري ۽ فقير الهيار مريءَ جي صحبت ڪري.
اصناف سُخن :- هر صنف تي طبع آزمائي ٿيل.
پسنديدَه صنف:- قطعات، غزل ۽ رباعيُ.
اساتذه:- استاد حامي خيرپوري.
ڇپيل ڪتاب:- ڪوبہ نہ.
رسالا جن ۾ ڪلام ڇپيل :- سنڌ جا سمورا رسالا ۽ اخبارون ، خاص طور مهراڻ، نئين زندگي ۽ پيغام وغيره. مسڪيني لڏي سبب ڪوبہ مجموعہ ڪلام ڇپجي نہ سگهيو آهي.
اڻ ڇپيل مواد:- ڪافي ڪان وڏيڪ.
قابل ذڪر ٻيو ڪجهہ :- امید صاحب جا وڏا خيرپور جي ميرن جا هڏ ڏوڪي ۽ ايماندار ملازم ٿي رهيا آهن. سندس ڏاڏو محترم علي بخش سنڌي، سرائڪي ۽ فارسي زبان جو وڏو ڄاڻو هو. امید صاحب شاعريءَ جي

ميدان سان گڏ ڪپڙيءَ جي ميدان جو بہ شهسوار رهيو آهي. ملهہ جي راند بابت بہ وڏي ڄاڻ رکي ٿو. خيرپور ۾ هن مشاعرن سان گڏ ڪيترا ملاڪڙا بہ ڪرايا آهن. جن ۾ سنڌ ۽ پنجاب جا نامور شاعر ۽ رانديگر حصو وٺندا رهيا آهن. سندس شاگردن ۾ مشهور شاعر اعظم نير، جمال الدين جوڻي، امام ڏنو آسي ۽ امير حمزو مسافر قابل ذڪر آهن.

## غزل

پَروردگار شال صدا ڪارگر ڪري،
هر شام جو وجود وجائي سحر ڪري.

ڪهڙي طرح قرار ڪرم جي نظر ڪري،
مفلس ڪان منهن مَٽي هُو الگ ٿو سفر ڪري.

دک درد منهنجي دل ۾ ويو آهہ گهر ڪري،
ڏسجي ڪڏهن ٿو ڪانگ خوشيءَ جَي خبر ڪري.

راضي رهي تہ ڏوڙ منجهان ڏن ڪري ڇڏي،
ناراض ٿي پوي تہ ڇڏي در بدر ڪري.

تعويز ڦُل ۽ ڦيڻا ڦڪيون، ٿا فضول ٿين،
اُنجي رضا سان هر ڪا دوا ٿي اثر ڪري.

جنهنجو وَٽي تي نانءُ لکيل ناهہ ڪٿ اميد،
سمجهن ٿا تنهن کي شهر ۾ هڪ مُعتبَر ڪري!

## قطعات

نالو غريب جو آ حاڪم امير آهي
ڪِلهہ جو فقير اڄ يي ساڳيو فقير آهي
هُن جي چوڻ تي سارا بيڙا بني لڳن ٿا،
واهڻ جو هر وڏيرو منڪر نڪير آهي.

احساس جي نشاني ڏيندا ڪيو سين ڪي،
هر بار زندگاني ڏيندا ڪيو سين ڪي.
هيو ڪجهه گهرن بلاشڪ ٿاري ڇڏيو صدائون،
ڪپڙو اجهو ۽ ماني ڏيندا ڪيو سين ڪي.

---

دل ڪي نہ ڪوئي رنج الم ۽ نہ آھہ ڏي،
سک سانت ڏي قرار چڱائي جي راھہ ڏي.
نيڪي ڇڏي قدم ڇو وڌي تو گناھہ ڏي،
حيدر جي شهر ڪي تون الاهي پناھہ ڏي.

---

ڪنهن ڏي وڃجي روح ريجهائڻ هينئر،
آدمي آهن بڻيا ڏائڻ هينئر.

ڇس ويو آهي اُتي ميڙن منجهان،
شهرواهڻ تا اڇن ڪائڻ هينئر.



# منصور ويراڳي

نالو:- عبدالرئوف ولد جان محمد اضعف ابڙو.
ادبي نالو:- منصور ويراڳي.
جنم تاريخ :- ٧ آڪٽوبر ١٩٣٠ع.
جنم جو هنڌ:- مانجهند ضلع دادو.
موجوده رهائش:- ڪاشانہ منصور هالا.
شاعري جي شروعات:- (سن-واقعو):- ننڍپڻ کان والد بزرگوار جي صحبت جي ڪري.
اصنافِ سخن :- گيت، غزل، نظم.
پسنديده صنف:- گيت، غزل، نظم.
اساتذه:- مرحوم نظامي.
ڇپيل ڪتاب:- ١. وطن جي راهہ ۾ (شاعري) ٢. سوري جنين سيج (شاعري) ٣. صدائي وطن (شاعري) ٤. ڪاڪ نہ جهليا ڪاپڙي (شاعري). ٥. شام وسحر (نثر) ٦. رت جا ڳوڙها (نثر) ٧. دو آنسو (اردو نثر).
قابل ذڪر ٻيو ڪجهہ :- منصور صاحب "هالا تعلقي مسلم اسٽوڊنٽس فيڊريشن" جو جنرل سيڪريٽري ۽ "اسٽوڊنٽس نيشنل گارڊس" جو سالار اعليٰ ٿي رهيو آهي. ١٩٤٧ع ۾ علم و ادب جي ڪوٽ جي پورائي لاءِ منصور صاحب "دي سنڌ رفيق ويلفيئر ايسوسيئيشن" ۽ "دي سنڌ انٽرنيشنل ڪر سپانڊنس ڪلب" جو بنياد وڌو. ڪلب جي طرفان هڪ رسالو "منزل" جاري ڪيو ويو. جنهن جي ادارت جا فرائض بہ منصور صاحب ادا ڪيا. سنہ ١٩٥٢ع ۾ "بزم - گلستان سنڌ" جي هالا ۾ شاخ قائم ڪيائين. ان کان علاوه ڪيترن سالن تائين دارالاشاعت بہ هلايائين.

## "نغمو"

اچو يار گڏجي اڳي وک وڌايون،
محبت اخوت سان دلڙي لڳايون.

اسان پاڻ ۾ سڀ آهيون دين ڀائي،
ڪيون ڇو ڀلا ڪنهن ڪان نفرت اجائي،
پڪو پيار پاڻ وهه سان پيچ پايون.

وطن ڪي وري اڄ اسانجي ضرورت،
ڪڍي قلب مان ڪاڻ ڪلفت ڪدورت،
سچي دين جو هي سنيهو سڻايون.

سنڌي ۽ بلوچي پنجابي،مهاجر،
بروهي، پٺاڻ ۽ سرائي سراسر،
سڀئي قوم هڪڙي مسلمان سڏايون.

وطن پاڪ جو هي چمن چاه وارو،
وٽي دل ڪي وه واه ڏاڍو پيارو،
سڀاجهي آ سنڌڙي سا جنت بڻايون.

اتر پار ڪان ڏس هو ڪُونجن قطارون،
وڳر ساڻ ڪن پرت جون ڪئن پچارون،
ڀلا پاڻ ڇا ڪَان نہ هتڙا ملايون.

محبت جو منصور هي قافلو آ،
امن آ شتي جو سنو سلسلو آ،
اچو نينهن انسانيت سان نڀايون.



## گيت

**ڏوهيڙو**

قادر جي قدرت جو ڪاتو ڪندو ڪير
محبت ۾ منصور چئي ڦند نہ ڪو ڦير
خاوند ڪر تون خير سهڻي سڀاجهي سنڌ جو

جيجل، آيل، پينر جون لاڏ پريوڻلوليون
مور نہ وسرن من مان ٻاجهاريون ٻوليون.

او ٻچپن ۾ هت نياز ۽ نئڙت پيار ڏنو سون
ايثار ڏنو سون،
اڄ تہ مگر آ گهر گهر نفرت، دگ دگ تي گوليون
مور نہ وسرن من مان ٻاجهاريون ٻوليون.

تنهنجو منهنجو دين تہ دلبر آهي ساڳيو
وحدت سان پيو واڳيو،
پوءِ ڀلا ڇو جڙتو جاني! ٽولا ناهيو ٽوليون
مور نہ وسرن من مان ٻاجهاريون ٻوليون.

ڪوڙ ڪپت ۽ ڪلفت سان اڄ هر ڪنهن جي ياري
دوکي جي دلداري،
جيءُ جفائن جهوري ڇڏيو يار وفا پيا ڳوليون
مور نہ وسرن من مان ٻاجهاريون ٻوليون.

او سنڌ سڀاجهي پاڪ وطن ۾ دين جو آهي در
تنهنجو منهنجو گهر،
ڇاٽي واٽي ڏارين آڏو ڇو ٿا جهليو ير جهوليون
مور نہ وسرن من مان ٻاجهاريون ٻوليون.

مڪڙ ميڇر هت ڪوئي ناهي هر ڪو آهي ماڻهو
موتي جهڙو داڻو،
نفرت جي هن نانگ کي ماري راز محبت کوليون
مور نہ وسرن من مان ٻاجهاريون ٻوليون.

پَرَوَرَ ڪي سڀ پرتا آهن، هاري ناري مزدور
ملڪ سندا منصور،
ڏيهہ تان ڏاتر ڏور ڪري شل ڏکن سنديون ڏوليون
مور نہ وسرن من مان ٻاجهاريون ٻوليون.

## غزل

ڪيڏي بـــ ڪـــري ڪيـــر ايڏي نـــہ ڪبـــي آه
يـــل يـــار هجـــي غيـــر ايڏي نـــہ ڪبـــي آه.

.١
ڪنهن ڪي بہ ڏئي ڪوٽ وري پنهنجي اڱڻ تي
ائين ڪين ٿبو آه خفا ڪنهن بہ سچڻ تي
پل ڪيڏو هجي وير ايڏي نہ ڪبي آه.

.٢
فرعون چا نمرود ۽ هامان هزارين
پوتار هئا ڏيهہ جا سلطان هزارين
سڀ ڏوڙ سندو ڍير ايڏي نہ ڪبي آه.

.٣
ڪيڏي نہ بُري آه بلا يار سياست
هي ناچ ننگو ناه تڏهن ڪهڙي شرافت
چم چم تي ڪري چير ايڏي نہ ڪبي آه.

.٤
انسان اگر ڪين تہ انسان سچائي
ٻئي جي نہ ٻڌي ڪابہ رڳو پنهنجي پلائي،
سمجهي تہ سوا سير ايڏي نہ ڪبي آه.

.٥
محبوب وطن شال رهي شاد اسانجو
هر ڪنهن ڪي هجي گيت سدا ياد اسان جو
سيني جو هجي خير ايڏي نہ ڪبي آه.

.٦
آ ڪنهن ڪي جگر جان ٻڌي حرف وحڪايت
پلجي بہ ڪجي ڪين ڪا شڪوه ۽ شڪايت
منصور ڪڏي مير ايڏي نہ ڪبي آه.



# گيت

ساتيو..........ساتيو............ساتيو.........
جوش چڙي ڪجھ هوش ڪيو ير، هوشوءَ وانگيان ٿي هوشيار،
سهٽي ڌرتي سڏ ڪري پئي، جاڳو جاڳو سڀ جهونجهار.

ڪائي جيجل پنهنجا ٻچڙا، هٿن سان هر گز ڪين ڪهائي،
معصومن ۽ مظلومن جا، رستن تي هيئن رت وهائي،
هي تہ نياڳن داداگيرن، نفرت جي ڪئي ڪڙي ديوار.

سنڌ جي ڌرتي جا رهواسي، پاڻ سيئي سنڌي آهيون،
پاڪ وطن سان پيار آ پنهنجو، نرتئون ان سان نينهن نيايون،
ڇا جو تعصب ڇا جو تيسو، پنهنجو رشتو پاڪ پيار.

نوان نوان جي تولا ناهي، سهٽي ڪن ٿا ياڳا ياڳا،
پنهنجي هوڏ ۽ هستي سان جي، ملڪ ۾ ڪن ٿا رت جا راڳا،
نيٺ تہ اهڙا ظالم ماڻهو، ڌرتي تان ٿي ويندا ڌار.

خوف خدا جو دل ۾ ڌاريو، مظلومن کي مفت نہ ماريو،
"قالو بليٰ" جي قول کي پاريو، ديپ ديا جا دگ ٻاريو،
دين کان باغي ڇو ٿا ٻڌجو، دين دنيا کان ناهي ڌار.

ڪير بہ ڪنهن کان حق کسيندو، ٻنهي جڳن ۾ ڪيتو ڏيندو،
نيٺ تہ ليکو چوکو ٿيندو، مور نہ ڪنهن سان ناحق ٿيندو،
هڪڙو اهڙو ڏينهن بہ ايندو، ڌاڌ ٿي ويندو ڌار و ڌار.

مگر حقن جي آڙ ۾ ساٿي،ٻاهيون گوليون ڦرلٽ ڌاڙا،
مارن جي وئي نند اڏامي، اجڙ ٿيا ڪئين اوڙا پاڙا،
هي تہ سياسي آڪاڙي جي، چال پراڻي آ چوڌار.

حقن سان گڏ ڪئين فرض بہ آهن، قادر جا ڪئين قرض بہ آهن،
من ۾ موذي مرض بہ آهن، تن لئہ دل جا عرض بہ آهن،
پرور جو هڪ پاڪ ڪلام آ، جنهن ۾ پوري آه پچار.

سيد صديقي، مغل عباسي، سڀ پيا سڏجن سنڌي ڀائي،
پوءِ ڀلا هي مورک ماڻهو، کهڙي کن پيا ونگي وائي،
هي تہ اجايو جهيڙو جهڳڙو، ڪلڪل، ڪلفت جو ڪردار.

پاڪ وطن ۾ سنڌو ڌرتي، جان جگر منصور اسان جو،
مور نہ ان کان ڏور ويندا سين، محبت آ منشور اسانجو،
وحدت وايون وايون ڳايون، جن ۾ الفت ۽ ايثار.



## نغم

خوش رهو اهلِ وطن، اهل زمين اهلِ زَمن
شل اوهان جي ملڪ تي پيا مَهر جا مينهڙا وسن

چو نہ ڌرتي جي مٿان اُڪاش جون ڳالهيون ڪريون
پاڪ پيار ۽ پرت جي پرڪاش جون ڳالهيون ڪريون
محب مٺيادار ماڻهو چڙ ستارا پيا لڳن.

قوم جيڪا ٿي ڪري اتحاد ايڪي سان پيار
سا سڄي سنسار ۾ آ قابلِ صد افتخار
يار ڇا اغيار پيي ان جي اڳيان هَر هر جُهڪن.

ڪوڙ ڪلفت ۽ ٻيائي کي ننديو اسلام آ
ميٺ محبت ۽ سچائي ديَن جو پيغام آ
واهہ وحدت جون هِي وايون دل کي ڏاڍو ٿيون وڻن.

ديس وارن جي سدا خدمت ڪيو اي هم سفر!
وقت ٿورڙو ڪم گهڻو آ، هوش ڪر اي هوشوَر
خوابِ غفلت کي ڇڏي تون جاڳ جلدي جانِ مَن.

زندگي جي راه ۾ منصور آٿيو انقلاب
بي حيائي ۽ برائي کي ڪيو اڄ بي نقاب
غيرت و عصمت سان چمڪايو وري سارو چمن.



# سوز چچڙائي

نالو:- خير محمد ولد مرحوم استاد خدا بخش خان پرڙو.
ادبي نالو:- سوز چچڙائي.
جنم تاريخ-سن:- ٢٠ فيبروري ١٩٣١ع.
جنم جو هنڌ:- ڳوٺ چچڙا (قنبر شهر کان ٢ ڪلوميٽر اتر طرف) ضلع لاڙڪاڻو
تعليم:- ايم اي سنڌي (ٽيون نمبر)، بي ايڊ.
ڌنڌو:- هيڊ ماستر گورنمينٽ هاءِ اسڪول پنيو خان چانڊيو ضلع لاڙڪاڻو.
موجوده رهائش:- پوسٽ آفيس قنبر علي خان ضلع لاڙڪاڻو.
ادبي حيثيت :- جوائنٽ سيڪريٽري سنڌي ادبي سنگت قنبر ۽ سابق صدر بزم طالب المولىٰ قنبر شاخ.
شاعري جي شروعات:- (سن -واقعو) :- سال ١٩٤٩ کان.
اصنافِ سخن :- غزل، نعت، نظم، گيت وغيره.
پسنديده صنف:- نعت ۽ غزل.
اساتذه:- جناب محمد علي جوهر.
ڇپيل ڪتاب:- ١. عشق جي دنيا -(ڪافين جو مجموعو) ٢. انجام -عشق (ڪلام جو مجموعو) ٣. سعيد سوڪڙي (صحيح قرآن شريف پڙهڻ جا قاعده).
رسالا جن ۾ ڪلام ڇپيل:- سنڌ جا تقريبن سمورا رسالا.
اڻ ڇپيل مواد:- ١. ڪليات - سوز ٢. پيغام - سوز ٣. تاثرات -سوز ٤. سوزو ساز (ٽيئي شاعري جا مجموعا) ٥. خيرالڪلام (قرآن پاڪ جي آيتن مبارڪن جو انتخاب سنڌي ترجمي سان) ٦. سعيد سنڌي گرامر.
قابل ذڪر ٻيو ڪجهه :- سوز صاحب نه صرف هڪ

قادر الڪلام شاعر ۽ بهترين نثر نويس آهي پر ان سان گڏ هي هڪ سٺو ڊرامہ نويس پڻ آهي. سندس لکيل هڪ ڊرامو "انسان"، لاڙڪاڻي ۾ ٻہ راتيون ۽ پوليس قومي رضاڪار قنبر طرفان ٽي راتيون سال ١٩٦٦ع ۾ پيش ٿي چڪو آهي.

## نعت شريف

اي خدا جا دلربا. يا مصطفيٰ يا مصطفيٰ
اي حبيبِ ڪبريا. يا مصطفيٰ يا مصطفيٰ

ٻارهين ربيع الاول سومر سدوري ڏينهن ۾.
تون ٿئين جلوه نما. يا مصطفيٰ يا مصطفيٰ.

هي نسيمِ صبح ڪان پيغام پهتو جا بجا.
"اڄ محمدؐ ڄايو آ". يا مصطفيٰ يا مصطفيٰ.

عرش تي حورون ملائڪ بر زمين جن و بشر.
بر زبان آ جا بجا. يا مصطفيٰ يا مصطفيٰ.

نعت ڳائن ٿا نبي، صلواة خالق ٿو پڙهي.
تنهنجي آمد مرحبا. يا مصطفيٰ يا مصطفيٰ.

تي يتيم آئين يتمين يار بنجي تون نبي.
اي اڙين جا آسرا. يا مصطفيٰ يا مصطفيٰ.

نور عين عبدالمطلب، عاصين جا پر جهلا.
آمنہ جا لاڏلا. يا مصطفيٰ يا مصطفيٰ.

لال جهوليءَ ۾ نپائي بخت آور خوب تي.
خوش حليمہ سعديا. يا مصطفيٰ يا مصطفيٰ.

ڪفر شرمنده ٿيو ۽ بت ڀڄي پرزا ٿيا.
قيصر و ڪسريٰ ڀڳا. يا مصطفيٰ يا مصطفيٰ.

رحمةً للعالمين" تو کي چيو مولائي ڪُل
صاحبِ حلم وحيا. يا مصطفيٰ يا مصطفيٰ.

منزلت، تنهنجي رسائي، مرتبو وهہ وا، ٿيو.
زير پا عرش عُلا. يا مصطفيٰ يا مصطفيٰ.

روبرو الله سان آئين ملاقاتيون ڪري.
خوش ٿيو تو کان خدا. يا مصطفيٰ يا مصطفيٰ.

"امتي احمد جو ڪر" الله کي روئي ڪئي.
هيءُ نبين التجا. يا مصطفيٰ يا مصطفيٰ.

قرب قادر جو ٿئي ۽ منهنجي قسمت پي نهي.
شل ٿيان تو در گدا! يا مصطفيٰ يا مصطفيٰ.

زمت لڪندو مان رهان ۽ ڏار دم ٿيندو وڃي.
چئي زبان "صليّ عليٰ" يا مصطفيٰ يا مصطفيٰ.

منهنجو مسڪن ٿئي مدينو زندگي گذري وڃي.
سوز جي سڻ تون صدا. يا مصطفيٰ يا مصطفيٰ.



## غزل

اي همنشين! تون صدق جي ايمان جي ڳالهہ ڪر.
قولِ نبي جي حامل قرآن جي ڳالهہ ڪر.

آخر ڪرين تہ ڪوبہ زماني جو ذڪر ڪر.
اول ڪرين تہ رحمتِ رحمان جي ڳالهہ ڪر.

وحدت جو جام پيءُ تہ مست الست ٿئين.
قالو بليٰ جي قول جي، عرفان جي ڳالهہ ڪر.

هستي حق خوب مقدّم رهي تي ڏس!
غافل! مثالِ نوح جي طوفان جي ڳالهہ ڪر.

روح الامين کي بہ تقرب ٿيو نصيب.
"مون سان ڪرين تہ عظمتِ انسان جي ڳالهہ ڪر."

جو سيئبو سو سئبو آ فطرت جو قاعدو.
فرعون ٿو ٻڌي، اُن جي ارمان جي ڳالھہ ڪر.

مشڪل ۾ موت جو بہ فرشتو اچي وڃي.
حاذق! وري تون حڪمتِ لقمان جي ڳالھہ ڪر.

پينانگ بادشاھہ، شهنشاھہ ٿئي گدا
ممڪن ائين آ، گردشِ دوران جي ڳالھہ ڪر.

هڪ ڏينهن ڄمڻ جو آھہ، مرڻ جو آ ڏينهن هڪ
هن راهگير، راھہ جي مهمان جي ڳالھہ ڪر،

ڪنهن جو نہ ڪير هوندو سوا هڪ خدا، جتي.
اي "سوز" اُن سفر جي ۽ سامان جي ڳالھہ ڪر.



## غزل

سڄڻ پنهنجي ستاري ڪر. اسان جو حال ڪونهي ڪو.
تون رحمت پنهنجي باري ڪر. اسان جو حال ڪونهي ڪو.

ازل کان امتحان جي ڪشمڪش ۾ مبتلا آهيون،
نظر ڪا مهر واري ڪر . اسان جو حال ڪونهي ڪو.

اسان جي قول ۾ ۽ فعل ۾ بلڪل تضاد آهي.
صحيح حالت هي ساري ڪر. اسان جو حال ڪونهي ڪو.

ڪٿي هي خالي هٿڙا تنهنجي در تي ٿا اچون داتا!
ڪرم جو حڪم جاري ڪر. اسان جو حال ڪونهي ڪو.

قضا چاهي، نهي قسمت، طبيعت پر سڪون بنجي
ڪٿي خوش دل ويچاري ڪر. اسان جو حال ڪونهي ڪو.

مٺن جي مُنهن مدايون، پر نہ نيڪي جو آتولو هڪ.
نوازش ڪا نياري ڪر. اسان جو حال ڪونهي ڪو.

اکين تي آسَريو جيکي بہ آ پنهنجي مقدر کان.
غمن ۾ غمگساري کر. اسان ٻو حال کونهي کو.

نظر کي جُستَجو تنهنجي زبان تي ذکر يي تنهنجو
تون حالت اهڙي طاري کر. اسان جو حال کونهي کو.

اسان کي "سوز" بس لا تقنطوا جو آسرو آهي.
دنيا عقبيٰ موچاري کر. اسان جو حال کونهي کو.



# احمد خان مدهوش

نالو:- احمد خان سومرو ولد حاجي فقير شغلي.
ادبي نالو:- احمد خان مدهوش.
جنمڙ تاريخ-سن:- ٥ اپريل ١٩٣١ع.
جنم جو هنڌ:- جوهي ضلع دادو.
تعليم:- فائينل ١٩٤٩ع ۾ اديب فاضل سنڌي.
ڌنڌو:- هيڊ ماستر گورنمينٽ پرائمري اسڪول جوهي بلاڪ ١.
موجوده رهائش:- جوهي ضلع دادو.
ادبي حيثيت :-جنرل سيڪريٽري بزم فيض جوهي.
شاعري جي شروعات:- (سن-واقعو) :- سن ١٩٦٠ع کان.
اصنافِ سُخن :-سيني صنفن تي لکيل .
پسنديده صنف:- غزل.
رسالا جن ۾ ڪلام ڇپيل :- سنڌ جي سمورن مشهور رسالن ۾ ڇپجي چڪو آهي.
اڻ ڇپيل مواد:- ڪتاب ڇپجي نہ سگهيو آهي. سمورو مواد ڇئن ڪتابن جي صورت ۾ ترتيب ڏيو رکيو آهي.
قابل ذڪر ٻيو ڪجھ :- محترم احمد خان مدهوش جو ڪلام ريڊيو ۽ ٽي وي تان بہ نشر ٿيندو رهي ٿو. ٽي-وي مشاعرن ۾ شرڪت ڪري چڪو آهي. پاڻ سنڌي ڪانسواءِ سرائڪي جو بہ قادرالڪلام شاعر آهي.

## غزل

زندگي وقف محبت مون ڪئي مدهوش ٿي
عمر ڀر اهڙيَ عبادت مون ڪئي مدهوش ٿي.

مِيڪدن ۾ مندرن ۾، مسجدن ۾ روز شب،
حُسن تنهنجي جي عقيدت مون ڪئي مدهوش ٿي.

شوقِ دل سان مصحفِ رُخسار کي چُمندو رهيس،
تُنهنجي صورت جي تلاوت مون ڪئي مدهوش ٿي.

مان نظر تنهنجي ۾ناهيان ڪجهه بہ ليڪن اي سڄڻ،
جا بجا تنهنجي آ شهرت مون ڪئي مدهوش ٿي.

تُنهنجي فُرقت جا ترانا ۽ غزل گانا لکيم،
پر نہ ڀي ڪائي شڪايت مون ڪئي مدهوش ٿي.

تُهمتون الزام آيا ڪيترا مون تي مگر،
عشق جي حاصل سعادت مون ڪئي مدهوش ٿي.



## غزل

يلي ڪر وار اَبُرن جا سڄڻ تير نظر سان گڏ
ڪري ڇڏ چُور دل منهنجي، اي جانِ مَن جگر سان گڏ.

اهائي آرزُو آهي، اهائي بسِ تمنا آ،
جَيان توڙي مران،دلبر هجانَ مانَ تنهنجي پَر سان گڏ.

زمانو ڌار دلبر کان اگر سمجهي تہ پيو سمجهي،
رهان ٿو آءٌ هُن سان گڏ، روشني آ جيئن قمر سان گڏ.

جُدائي ۾ مري جي مان وڃان، مونکي ڪفن ڏيئي،
خدارا پُور جو نيئي سڄڻ جي رهگذر سان گڏ.

اگر مدهوش جو ذڪر محبت حشر ۾ نڪتو،
تہ تُنهنجو نام ايندو، داستانِ مختصر سان گڏ.

# غزل

چا، يار جي ديدار جي دُنيا نظر آئي
اسرار ئي اسرار جي دنيا نظر آئي.

چا، حُسن جي تبسم جي ڪريان ڳالهه اي يارو
چڻ خُلد جي گلزار جي دنيا نظر آئي.

ڪيئن گلشن فِردوس جي منظر تي مري سا
جنهن چشم کي رُخسار جي دنيا نظر آئي.

اوڏانهن سيني دوڙ ڪئي، جيڏهون حُسن جي
پازيب جي دنيا نظر آئي.

سچ پچ ته انهيءَ عشق کي آ عشق نه سڏبو
جنهن عشق ۾ وهنوار جي دنيا نظر آئي.

تخليق جهان ڏي مون ڏنو جو به توجه
مدهوش رڳو پيار جي دنيا نظر آئي.

# گل حسن "شاد"

نالو:- گل حسن گوپانگ .
ادبي نالو:- گل حسن شاد .
جنم جي تاريخ-سن:- ١جنوري ١٩٣٣ع .
جنم جو هنڌ:- ڳوٺ ڪرم خان گوپانگ تعلقو ميرو خان ضلع لاڙڪاڻہ.
تعليم:- ميٽرڪ ۽ اديب فاضل.
ڌنڌو :- رٽايرڊ استاد ۽ هينئر حڪمت.
موجوده رهائش:- شهر قنبر علي خان ضلع لاڙڪاڻہ.
شاعري جي شروعات:- ١٩٤٦ع کان.
اصنافِ سخن :- هر صنف تي طبع آزمائي ڪيل اٿس.
پسنديده صنف:- گيت ۽ غزل.
ڇپيل ڪتاب:- ١. تحفہ عشق ٢. شان پنجتن ٣.ڪوثر جا ڍڪ.
رسالا جن ۾ ڪلام ڇپيل :- انهن ڪتابن کان علاوه سنڌ جي مڙني رسالن ۽ اخبارن ۾ ڪلام ڇپجندو رهيس ٿو.
اڻ ڇپيل مواد:- ديوان شاد ۽ ٻيو گهڻو ڪجهہ.
قابل ذڪر ٻيو ڪجهہ :-شاد صاحب سولي سنڌي ۽ عوامي لهجي ۾ لکڻ جي ڪري سنڌ جو عوامي شاعر سڏجي ٿو. سنڌ جي تقريباً هر ڳائڻي کيس ڳايو آهي. حمد، نعت،منقبت، حب الوطني، عاشقانہ، عارفانہ ۽ ناصحانہ ڪلام تي مشتمل سندس پنجهتر ڪيسٽون رڪارڊ ٿي چڪيون آهن. کيس نہ صرف سنڌ جو ٻچو ٻچو پر ايران، اردن، دبئي، سعودي عرب ۽ ديگر ملڪن ۾ جتي جتي سنڌي رهن ٿا سڃاڻن ٿا. ٽي-وي پروگرام ۾ حصو وٺي چڪو آهي. ريڊيو پاڪستان خيرپور ۽ حيدرآباد تان سندس ڪلام نشر ٿيندو رهي ٿو.

# جهيڙو

جيئڻ اڄ جو ڪري انسان تو انسان سان جهيڙو،
ائين نـاهـي ڪـنـدو حيـوان پـي حيـوان سـان جهيـڙو.

لڳو آهي پيو هڪ خان جو ٻئي خان سان جهيڙو،
ڪٽڻ وارو ڪٽي تـو پـر وڏي نقصـان سـان جهيـڙو .

هتي آ، هر بشـر آيـو گهـڙي پـل جـو مسـافـر تـي،
نهـي هـرگـز نٿـومهمـان جـو مهمـان سـان جهيـڙو.

ٻين جهيـڙن فسـادن مـان نـہ آهـي فـائـدو هـرگـز،
ڪجي جهيڙو تہ پو بيهي ڪجي شيطان سان جهيڙو.

گهٽا ماٺهو قسم ڪوڙا ڪڻن ٿا، لوڀ لالچ تي،
نـہ سوچن ٿا اُهي ڪن ٿا، اِهو ايمان سان جهيڙو.

سُيون پيي ٿا هڻن، گوريون ڏئي، آرام پيا ڪن ٿا،
حڪيمن پيي شروع ڪيو آ، طب يونان سان جهيڙو.

خدا جي ۽ محمد جي هلئون ٿا جي نـہ حڪمن تي،
حقيقت ۾ سڌو سنئون آ، اهـو قـرآن سـان جهيـڙو.

نشانبر نور ڪان نهڪر، بشر جي بحث تي بيهي،
ڪري اڄ جو مسلمان تو، نبي جي شان سان جهيڙو.

چوين تو تون "هلي تو پنهن جي ليکي هي جهان سارو"
نـہ ڪر مغرور منڪر مالڪ-منان سان جهيڙو!.

گهري تو گل حسن گوپانگ هي دم دم دعا دل ۾،
ٽئي ڪنهن ملڪ جو شل ڪين پاڪستان سان جهيڙو.

نوٽ:- مالڪ ۽ منان جي وچ ۾ آيل زير اضافت زائد
پيل آهي- جا جائز آهي.
"منان جي مالڪ" نہ سمجهڻ ڪپي."شاد".

## اڄ سوچجي

وقت جي رفتار، تي اڄ سوچجي،
سوپ تي ۽ هار، تي اڄ سوچجي.

اهنج تي، آزار تي، اڄ سوچجي،
ڏاڍ تي، ڏهڪار تي ، اڄ سوچجي.

سال تي سوچڻ، درست آهي مگر
ماهه، هفتي، وار تي، اڄ سوچجي.

يار خود اغيار تو ٻڌجي پوي،
يار ۽ اغيار تي،اڄ سوچجي.

خون هڪ ٻئي جو وهايون ٿا پيا ،
هن غلط ڪردار تي اڄ سوچجي.

جيڪي ڌرتي جي محبت جا مريض،
اهڙي هر بيمار تي اڄ سوچجي.

علم آهي پر عمل جي کوٽ آ،
علم تي افڪار تي اڄ سوچجي.

جنهن کي سردي ۾ وڻي ٿي ٽڙڪڻي،
تنهن اگهاڙي ٻار تي اڄ سوچجي.

ڳوءِ جو ليکي تي ٿيندو فيصلو،
پر الا توهار تي اڄ سوچجي.

وزن ۽ قافيو نه جنهن ۾ آ ته پو،
"شاد" ان اشعار تي اڄ سوچجي .

## "ڳالهه ڪر"

مالڪ جي مهربان جي نگهبان جي ڳالهه ڪر،
هن جي ڪرم جي قرب جي احسان جي ڳالهه ڪر.

شاهہ زمان، شارح فرقان جي ڳالهہ ڪر،
نورِمبين،رحمت يزدان جي ڳالهہ ڪر.

مولا علي جي جذبۂ ايمان جي ڳالهہ ڪر،
خيبر شڪن جي جوش جي جولان جي ڳالهہ ڪر.

ڪرب و بلا جي، همت مردان جي ڳالهہ ڪر،
ابن علي جي، عامل قرآن جي ڳالهہ ڪر.

حر حق ڏي آيو، موت جي مهمان جي ڳالهہ ڪر،
عابد اسير، شامِ غريبان جي ڳالهہ ڪر.

رخسارن جي نہ زلف پريشان جي ڳالهہ ڪر،
"مون سان ڪرين تہ عظمت - انسان جي ڳالهہ ڪر"

زاهد زاهدن سان پلي ذڪر ڪر مگر،
مون رند ساڻ محفل رندان جي ڳالهہ ڪر.

ٻين جي ڪرين ٿو عيب ڪشائي نہ ڪرائين،
ڪرڻي اٿئي تہ پانهنجي عصيان جي ڳالهہ ڪر.

آڻي جو "شاد" قوم جي قسمت ۾ انقلاب،
اهڙي سخن جي، اهڙي سخندان جي ڳالهہ ڪر.



# مراد علي نور

نالو :- مراد علي ولد صادق علي قريشي
ادبي نالو:- مراد علي نور
جنم جي تاريخ:- ۱ فبروري ۱۹۳۳ع
جنم جو هنڌ:- ڳڙهي خيرو ضلع جيڪب آباد.
تعليم:- ايم - اي، ايل ايل بي.
ڌنڌو:- اسسٽنٽ ضلع ڪائونسل جيڪب آباد.
موجوده رهائش:- وٽرنري اسپتال جيڪب آباد.
ادبي حيثيت :- جنرل سيڪريٽري بزم ادب جيڪب آباد ۽ بزمِ سخن جيڪب آباد، سيڪريٽري مشاعره ڪاميٽي سنڌ هارس ۽ ڪيٽل شو جيڪب آباد.
شاعري جي شروعات:- گهريلو ماحول مذهبي هئڻ ۽ والد صاحب مرحوم صوفي قادري سلسلي جو هئڻ ڪري وٽن نعتيه ۽ حمديه ۽ منقبتي محفلون ٿينديون هيون، جن ۾ شرڪت ڪرڻ ڪري سنڌس اندر جي شاعر کي تحريڪ ملي ۽ پنهنجي احساسات جو اظهار شعر جي صورت ۾ ڪرڻ لڳو. اهو سلسلو اڄ تائين جاري آهي.
اصناف سخن :- حمد، نعت، سلام، قصيده، غزل، قطعات، رباعي ۽ نظم.
پسنديده صنف:- حمد، نعت ، غزل، سلام وغيره.
اساتذه :- مرحوم عبدالڪريم گدائي، جناب ارشاد احمد شڪيب ۽ هر سنو شاعر.
ڇپيل ڪتاب:- ڪوبه نه.
رسالا جن ۾ ڪلام ڇپيل:- نئين زندگي، نواءِ سنڌ (اخبار) جيڪب آباد، روزانه "ديانت" سکر، روزانه "سارنگ" جيڪب آباد، صفدر ڪنڊ ڪوٽ، سنڌ سجاڳ جيڪب آباد ۽ مجله سنڌ

هارس ۽ ڪيٽل شو جيڪب آباد.
اڻ ڇپيل مواد:- انڪل ٽن ڪتابن جو مواد (اردو سنڌيءَ ۾).
قابل ذڪر ڪجھ ٻيو:- نور صاحب هڪ سٺو شاعر هئڻ سان گڏ سٺو انسان پڻ آهي. سنڌ هارس ۽ ڪيٽل شو جيڪب آباد جو ڪل سنڌ، سنڌي مشاعرو ڪاميابيءَ سان منعقد ڪرڻ ۾ سندس خدمتون شامل هونديون آهن. پنهنجي ادبي تنظيمن تحت ادبي پروگرام منعقد ڪرڻ ۽ ٻين ادبي، سماجي ۽ مذهبي پروگرامن ۾ حصو وٺڻ نور صاحب جو شغل آهي.

## نعت

خلقي نہ ها خدا، جي محمد جي ذاتﷺ
جوڙي ها پوءِ ڪڏهن بہ نہ هن ڪائنات کي.

ناهيو خدا جو پيڪر خير الا نام کي
يڪجا ڪل انبياءجي ڪيائين صفات کي.

ان وقت کان بہ اڳ هيو نور محمدي
خلقيو نہ هو، خدا اڃان موت و حيات کي

روز ازل جو سجدو فرشتن ڪيو هيو،
نور نبي کي هو، نڪي آدم جي ذات کي.

نور نبي مبّرا آ موت و حيات کان،
سمجهي سگهي ٿو ڪير محمد جي ذات کي .

نوعِ بشر هو ڪفر جي تاريڪين ۾ گم،
هن سيد البشر آ ڪيو ڏينهن رات کي.

ڪعبي جا بت ڪوئي بہ ڀڃي ٿي سگهيو مگر،
ٽوڙي ها ڪير قلب جي لات و منات کي .

قرآن آهي اُسوه حسنہ جو آئينو
ڏسڻو هجي حضور جي جيڪر صفات کي.

محتاج ٿئي نہ ڪارل ۽ لينن جو ڪو ڪڏهين،
سمجهي وڃي جو دين نبي جي نڪات کي.

نعت نبي ۾ لطف ڪو اهڙو ملي ٿو "نور"
پاسي رکي ڇڏيان ٿو مان قند و نبات کي.

# غزل

اکيون کٽي جو تون هکڙي نظر، ڪري ٿو ڇڏين،
حقير ذري کي شمس و قمر، ڪري ٿو ڇڏين.

(۱)

جڏهن سهارو ٿو بخشين تون پنهنجي دامن جو،
تہ منهنجا اشڪ تون لعل و گوهر، ڪري ٿو ڇڏين.

(۲)

طواف خلق خدائي ڪري، انهي دل جو،
تون جنهن ۾ جانِ جهان پنهنجو گهر، ڪري ٿو ڇڏين.

(۳)

شبِ فراق جو ڏکيو نہ مرحلو ٿو رهي،
تون پنهنجي ياد جڏهن همسفر، ڪري ٿو ڇڏين.

(۴)

عدو ڏي مُر ڪي نهاريندو ڪر، نہ محفل ۾
اجايو غير کي تون مُعتبر، ڪري ٿو ڇڏين.

(۵)

کٽي تون مست نگاهون، ۽ ٿورڙو مشڪي،
جهان ۾ عشق کي زير و زبر، ڪري ٿو ڇڏين.

(۶)

حصار ۾ نہ اچين ٿو، جڏهين تصور جي،
تہ منهنجي سوچ کي تون دربدر، ڪري ٿو ڇڏين.

(۷)

ملن ٿيون ان کي زماني جون عظمتون، يا رب!
تون جنهن کي عارفِ خيرالبشر، ڪري ٿو ڇڏين.

(۸)

دِلي حضور نہ آهي اگر، بوقت دعا،
دعاءِ خضر کي بہ بي اثر، ڪري ٿو ڇڏين.

(۹)

رموزِ عشق جي سمجهائين، "نور" جهڙي کي،
تہ بي هنر کي بہ اهل هنر، ڪري ٿو ڇڏين.

# مولا بخش مولائي

نالو:- مولا بخش ولد ڪوڙو خان جتوئي
ادبي نالو :- مولا بخش مولائي
جنم جي تاريخ - سن :- ٢١ مارچ ١٩٣٣ع
جنم جو هنڌ :- نبي بخش جتوئي عرف لوائي جتوئي تعلقه ۽ ضلع لاڙڪاڻو
تعليم :- سنڌي ۽ اردو فائينل، اديب فاضل.
ڌنڌو:- داروغو ايريگيشن کاتو.
موجوده رهائش :- لاهوري محله لاڙڪاڻو.
ادبي حيثيت - باني صدر بزم مولائي لاڙڪاڻو.
شاعري جي شروعات :- ١٩٥٠ع کان.
اصنافِ سخن :- شاعري جي هر صنف تي طبع آزمائي ڪيل.
پسنديده صنف :- حمد، نعت، مرثيه، منقبت، قصيده، ابيات، قطعات ۽ غزل.
اساتذه :- حيدر بخش جتوئي، زوار احمد خان جتوئي سودائي، نواز علي نياز جعفري، سومرو عبدالفتاح عبدعاقلي.
ڇپيل ڪتاب :- ڪوبه نه.
رسالا جن ۾ ڪلام ڇپيل :- ماهوار بادل، رهبر ڊائجيسٽ، نئين زندگي، پيغام، اظهار، اديون، اخبار تعليم، وينجهار، مهراڻ گرامي نمبر، ڪتاب:لاهوتي لڏي ويا، جهونگار، لاڙڪاڻو ساهه سيباڻو، اخبارون: عبرت، هلال پاڪستان، آفتاب، انقلاب، پاڪستان وغيره.
اڻ ڇپيل مواد :- قلمي صورت ۾ تمام گهڻو.
قابلِ ذڪر ڪجهه بيو :- جتوئي صاحب هڪ سني شاعرِ هئڻ سان گڏ هڪ مخلص انسان به آهي. هن جو

گهڻو لاڙو غزل ۽ مسدس ڏانهن رهيو آهي. حب الوطني سان معمور شاعري کان علاوه عوامي ۽ سياسي به کندو رهي ٿو. سندس نالي پويان آکٽوبر ١٩٧٩ع ۾ بزم مولائي جو بنياد وڌو ويو. هن بزم طرفان وڏي پئماني تي سنڌي اردو مشاعرو ٿي چڪو آهي.

## غزل

### سچ صفا پئدا ڪجي

پنهنجي ماضيءَ سان تعلق برملا پئدا ڪجي،
حال ۽ ماحول ڪوئي،خوشنما پئدا ڪجي.

ابتدا بنياد اهڙي تي رکڻ گهرجي تہ جئين،
پنهنجي آئينديءَ جي سهڻي انتها پئدا ڪجي.

رات کي ٿا ڏينهن چئون پو بہ سڏرايون سچا،
ڪوڙ هرگز ڪم نہ ايندو،سچ صفا پئدا ڪجي.

ڏاڍجا ڏونگر ڏري اڄ پيي پون ٿا دوستو،
عزم اهڙي جو اي ساٿي،ڪو اپاءُ پئداڪجي.

ملڪ و ملت لئہ سڄڻ تون جان بہ قربان ڪر،
سر ۽ ڌڙ جي لائي بازي رهنما پئداڪجي.

آهہ ۾ رک تون اثر جيئن آسمان لرزي پوي،
جيئن اچي ڌرتي ۾ جنبش،سا صدا پئداڪجي.

معاشري جي هر برائي ختم جلدي ٿي وڃي،
منزلِ مقصود لئہ ڪا ارتقا پئداڪجي.

نيٺ ظالم ختم ٿيندو بس هميشہ قوم مان،
وقت ويجهو آ اچي ويو، با وفا پئداڪجي.

يار"مولائي جتوئي" گُهر دعائون قوم لئہ،
شل دعائن ساڻ ڪو مهدي هُدا پئداڪجي.

## غزل

### اهي اسان مان اسان انهن مان

اسان جا جودا، جوان لڙن ٿا، نہ گولي بم کان ڪڏهن ڊڄن ٿا،
جي لال ريتي لهو لنگن تي، اهي اسان مان اسان انهن مان.

اسان جا سُورهيہ دِلير آهن، ننڍا وڏا سڀ شير آهن،
جوسودو ڪن ٿا سِرُ سَرنِ تي، اهي اسان مان اسان انهن مان.

اسان جو گلشن اباڻو آهي، اسان جو مالهي اجاڻو آهي،
خزان جو حملو آ جن گلن تي، اهي اسان مان اسان انهن مان.

خزان چمن کي وئي وکوڙي، بهار بہ پئي گلن کي ٽوڙي،
ظلم ٿيو جن آ بلبلن تي، اهي اسان مان اسان انهن مان.

اسان جي پيسن اسان جي مائن، اسان جي پيٽن ۾ روج راڙو،
سچو ڏهاڙو روئن ٻچن تي، اهي اسان مان اسان انهن مان.

مصيبتن تي مصيبتون هن، قدم قدم تي سهوبتون هن،
"جتوئي مولائي" جن سنڌين تي، اهي اسان مان اسان انهن مان.



## غزل

### "دورِ ظلمت ۾"

اميد آهي اجان پي، خدا جي رحمت ۾،
ڪڏهن تہ ايندو تغير بہ، دورِ ظلمت ۾.

نہ حوصلہ تونِ ڪڏهن بہ هَار يار دنيا ۾،
ڪمي نہ آڻ ڪڏهن بہ تون پنهنجي عظمت ۾.

عظيم، عزم، همت رک تون جوان پنهنجي،
نہ تي تون ويسلو هر گز جلال وهشمت ۾.

خزان چمن کي جلائڻ جي لئہ آهي درپئہ پرا،
اجان بہ آڻ اضافو تون پنهنجي محنت ۾.

بلند درجو ڏئي وج کو قوم و ملت کي،
سجاڳ تي نہ حياتي گذار غفلت ۾.

سکون و صبر سان طئہ کر راهہ مقصد جي،
وڃائي عقل متان ويهين دوست عجلت ۾.

هي رات کٽڻي آهي کٽندي سا ضرور کٽندي،
وري ڦٽندي، بس اک پنهنجي قسمت ۾.

خدا رسيدہ بزرگن جي صِدقي بس "مولائي"
تيو آ لوہ منجهان سونُ تنِ جي صحبتَ ۾.



# نذير احمد جروار

نالو:- نذير احمد جروار.
ادبي نالو:- نذير احمد نذير جروار.
جنمر تاريخ-سن:- ٢٢ ڊسمبر ١٩٣٣ع.
جنمر جو هنڌ:- ڳوٺ گل محمد جروار تعلقو شهداد ڪوٽ.
تعليم:- فارسي، عربي ۽ انگريزي.
ڌنڌو :- حڪمت.
موجوده رهائش:- شهداد ڪوٽ ضلع لاڙڪاڻو.
ادبي حيثيت :- اردو سنڌي ادبي سنگت سان وابستگي.
شاعري جي شروعات:- (سن-واقعو):- عربي مدرسن ۾ تعليم دوران شعر و شاعريءَ جي محفلن ۾ شرڪت ڪرڻ جي ڪري شاعريءَ جي شروعات ٿي.
اصناف سخن :- نعت، غزل، نظم.
پسنديده صنف:- غزل.
ڇپيل ڪتاب:- ١.تاريخ شهداد ڪوٽ (مختلف رسالن ۽ اخبارن ۾ قسط وار).
اڻ ڇپيل مواد:- ١. بلوچ قبائل ڪا تاريخي پس منظر (اردو) ٢. بلوچستان تاريخ ڪي آئيني ۾ (اردو) ٣. ميزان (سنڌي).
قابل ذڪر ٻيو ڪجهه :- جروار صاحب پنهنجي مامي مولانا عزيز الله جروار صاحب وٽان فارسي تعليم ۽ عربي تعليم مولاناغلام مصطفيٰ قاسمي صاحب وٽان حاصل ڪئي. ڪجهه وقت ميونسپل هاءِ اسڪول ٽنڊو الهيار ۾ تدريس جو ڪم ڪيائين. جنهن دوران حيدرآباد مان طبي تعليم حاصل ڪيائين. ١٩٦٥ع

جي جنگ کان پوءِ اسڪول ڇڏي پنهنجي ڳوٺ ۾ حڪمت ڪرڻ لڳو. ١٩٧١ع کان وني شهداد ڪوٽ ۾ اچي رهيو آهي.

## حمد باري تعاليٰ

تو بڻائي جهان سارو تدبير سان،
آ منَورّ ڪيو تنهن کي تنوير سان.

چند تارا ڪتيون ڪهڪشان آفتاب،
تا سجايل ڏسون فَنِ تعمير سان.

ڏينهن راتيون هي گردش زمين آسمان،
جڻ ته آهن ٻڌل هڪڙي زنجير سان.

آن اڪيلو جهين جي ڪا صورت نه آ،
ٻي جهانُ ۾ جا شي آ، سا تصوير سان.

تون جو چاهين پوي ٿي انهي دم اهو،
هت ٻڌل آهه هر چيز تقدير سان.

ڪوبه تخليق پنهنجي کي پيٽي ڏسي،
قدرتي انب سان نخلِ انجير سان.

جهنگ جي وڻ ۽ ٻوٽن منجهان فائدا،
هر پتي کي پريو تو آ تاثير سان.

جي مَرَضُ پي ڏنو تي دوا پي ڏنئي،
تون ڇڏائين تو امراض اڪسير سان.

تنهن جا دشمن فنا تا ٿين خود بخود،
تو نه ماريو ڪو تلوار يا تير سان.

هر ڪهين کي ڏني مختلف ذات تو.
ڪو نوازيو تي تحرير تقرير سان.

گهرج توکِي نہ آهي کهين چيز جي،
کو غرَضَ ياکہِ غايت نہ تشهير سان.

آهين خالق ۽ مالک رئوف ورحيم،
ذات آ متصف تنهن جي تطهير سان.

انبيا اوليا سڀ يلا را هئا،
پر محمّد مکئي شان وتوقير سان.

جن و انسان جي رهبري واسطي،
مَوکليو آ تو قرآن تفسير سان.

کوبہ سائين سوا تنهن جي سائي نہ آ،
تون معاون مددگار دل گير سان.

رحم تنهن جي جو، طالب هي ناقص "نذير"
آ سچو سارو پرپور تقصير سان.



## نعت

(بہ حضور سرور کائنات صلي الله عليہ وسلم)

ساري جڳ لئہ نور مبين آن.
تون ئي رهبر دين متين آن.
عالي شان رسول امين آن.
فخر سَما ۽ فخرَ زمين آن.
همسر تنهن جو نہ سرور عالم!
صلي الله عليہ وسلم.

روشن تو هي جهان کيو آ.
باطل وهم وگمان کيو آ.
مقصَد زيست بيان کيو آ.
مخفيَ راز عيان کيو آ.
دنيا جا اي نَيّر اعظم.
صلي الله عليہ وسلم.

رحمت تو وٽ برکت تو وٽ.
عزت تو وٽ عظمت تو وٽ.
دين جي بيشک دولت تو وٽ.
جيکو چاهي تہ جنت تو وٽ.
دل جي زخم جو آهين مرهم.
صلي الله عليہ وسلم.

نُور مُنَوَر عَدلَ جو پيڪر. ڪوئي ناهي تنهنجو همسر.
سارا تو ڪان هيچ سي رهبر. آهين بعد خدا جي بهتر.
ناهي تنهن جو ڪوئي همدم.
صلي الله عليہ وسلم.

خالق جو آن خاص پيارو ساري جڳ ڪان شان نيارو.
جانب آهين جيءَ جيارو. عظمت وارو عِزت وارو.
تو تان صدقي دنيا دم دم،
صلي الله عليہ وسلم

مرسل پيي سڀ تنهن جا طالب. بيشڪ تو آن سڀ تي غالب.
تون آن خاص خدا جو نائب. تنهن جا دوست دلارا جانب.
سيني جو آن مير مُڪرم.
صلي الله عليہَ وسلم.

دنيا جي هي ساري هلچل. تنهن جي صدقي آهي مرسل.
رحمت جو تون آهين بادل. برسڻ سان سڀ پرجن جل ٿل.
تنهن جي اُمت عيسيٰ آدم.
صلي الله عليہ وسلم.

اُمَّت تنهن جي خير اُمَم آ. عرشُ بہ تنهن جي زير قدم آ.
بيشڪ تو وٽ جودو ڪرم آ. سيني جو ويو رنج والم آ.
تون ئي نذير جي حال جو محرم.
صلي الله عليہ وسلم.



# عبدالخالق "راز"

نالو:- عبدالخالق ولد محمد حسن مسڪين سومرو.
ادبي نالو:- عبدالخالق راز سومرو.
جنمَ تاريخ :- ١ جولاءِ ١٩٣٤ع.
جنم جو هنڌ:- ڳوٺ حاجي خان ڪلهوڙو تعلقو خانپور (ضلع شڪارپور).
تعليم:- پي ايچ ڊي، بي ايڊ.
ڌنڌو :- سيڪنڊري ٽيچر گورنمينٽ هاءِ اسڪول خان پور شڪارپور.
موجوده رهائش:- ڳوٺ حاجي خان ڪلهوڙو.
ادبي حيثيت :- شاهہ عبداللطيف ادبي سنگت جو باني، سنڌي ليکڪ يادگار ڪاميٽي شڪارپور جو صدر.
شاعري جي شروعات:- (سن-واقعو):- سنہ ١٩٥١ع کان باقائده ادبي سلسلي جو آغاز ڪيائين. ان کان اول سن ١٩٤٩ع دوران سنڌي ستين ڪتاب ۾ هڪ نظم جي تفريق ۽ تقطيع سندس والد بزرگوار ڪيس اهڙي نموني ڪرڻ سيکاري جو شاعري ڪرڻ شروع ڪري ڏنائين.
اصنافِ سُخن :- غزل،وائي، مسدس، مخمس، رباعيات، قطعات، ابيات وغيره.
پسنديده صنف:- غزل ۽ نظم.
اساتذه :- والد بزرگوار جناب محمد حسن مسڪين سومرو.
ڇپيل ڪتاب:- ١. شڪارپور صدين کان (ترتيب) ٢. سوانح قاضي علي اڪبر.
رسالا جن ۾ ڪلام ڇپيل :- درازي (مقدمو). کان علاوه روزانہ الوحيد، روزانہ مهراڻ، روزانہ نئين سنڌ، ماهوار تقاضا (سکر) فردوس (هالا). نئين زندگي

(ڪراچي) ۾ مختلف مواد ڇپجندو رهيو آهي.
اڻ ڇپيل مواد :- پي ايچ ڊي ٿيسز، ڪليات مير علي نواز، سنڌ جا گورنر، سنڌ جا ڳوناٺا هنر، سنڌي گرامر، سيرت النبي، وحدت جا وڻجارا ، بکر جي تاريخي حيثيت، تصوف جي علمي تحريڪ (سن ١٥٠هه کان سن ١٥٠٠ هه تائين)، دارالعلوم ديوبند، ديوان-راز، ابيات - راز ۽ شڪارپور جي تاريخ.
قابل ذڪر پيو ڪجهه :- راز صاحب شاعر کان علاوه هڪ سٺو نثر نويس پڻ آهي. ڪهاڻي، افسانو ۽ مضمون، نثر ۾ سندس پسنديده موضوع آهن. انهن کان علاوه فيچرس، سوانح حيات، تاريخ، فلسفو، مذهب، سماجيات، تعليم، ثقافت ۽ تهذيب جي موضوعن تي پڻ طبع آزمائي ڪري چڪو آهي.

## ”نورالهديٰ پيدا ٿيو“

مصطفيٰ مرسل منو خيرالوريٰ پيدا ٿيو،
مالڪ-هردوسريٰ، نورالهديٰ پيدا ٿيو.

چام چائي ڪوٽ ڪسريٰ جا ٽٽا لات و عُزا،
لاگمان معجز نما، نورخدا پيدا ٿيو.

عالم-ناپيد کان جنهن جو هيو مظهر اول،
۽ هوالآخر سندو دست-قضا پيداٿيو.

شان محبوبي ڏسي شجرو حجر سجدو ڏنو،
بادشاهه، ڪشور، ارض و سما پيدا ٿيو.

غيب کان آواز آيو، مرحبا صد مرحبا،
سورة-ياسين يا شمس و ضحيٰ پيدا ٿيو.

صاحب-لولاڪ اڄ تشريف فرما آ ٿيو،
مالڪ-ڪون و مڪان، بلغ العليٰ پيدا ٿيو.

بي سهارن جو سهارو، بيڪس جو پرجهلو،
رحمت-عالم شفا، جودو-سخا پيدا ٿيو.

اي گنهگارو نہ گهبرايو، چيو هاتف ائين!،
صاحب-ثقلين، قدرت کل کفيٰ پيدا ٿيو.

تاج اوادنيٰ ذري ڪونين جو مالڪ ٿيو،
خود خدا لئہ ورد افضل صلي عليٰ پيدا ٿيو.

روز محشر جي ضمانت جنهن ملي ولسوف جي،
سرور-عالم امام الانبيا پيدا ٿيو.

هر دل - مضطر سندو آٿت ٿيو عربي منو،
روح جي تسڪين لئہ حمد و ثنا پيدا ٿيو.

آخرت جي آه بخشش خود شفيع المذ نبين،
”راز“ مون لئہ شافع-روز- جزا پيدا ٿيو.

## ”مجاهد جو شان“

رتبهءِ مومن عيان ا جذبهء ايثار سان،
غلبهءِ اسلام قائم آ سندء سهڪار سان.

گونج تنهنجي آ فضا ۾ ڪلمہء توحيد جي،
ڪفر تي غالب قدم تنهنجو ڏنم للڪار سان.

نعره-الله اڪبر آ. وجاءِ الحق جي ندا،
سر خرو آ قطرۂ-خون - وفا هر وار سان.

تون امير - ڪاروان، تون پاسبان ديرو حرم،
زندگي مانوس تنهنجي آ رهي تلوار سان.

هي جهاد-خير تنهنجو، تون سپاهي دين جو،
زيرپا قيصر و ڪسريٰ تو ڪيا يلغار سان.

شهرۂ-آفاق تنهنجي تربيت تهذيب جي،
تي عيان اخوت سندءِ ايمان جي اقدار سان.

تو ڏنو درس- وفا هڪ قوم مسلم ذات جو،
لاتفرقو جو عمل پيو ست هو ڪردار سان.

فرق عربي جو نہ عجمي جو رهيو اسلام ۾،
تو نباهي آ وفا پنهنجي درو ديوار سان.

حق ائين آهي تہ کولي ورق ڏس تاريخ جا،
جنگ جاري تو رکي هر دور ۾ پر مار سان.

هي نصيحت "راز" آ کنهن کي، کري جيکو عمل،
آهہ هلڻو نيٺ توکي وقت جي رفتار سان.

## نہ تو سمجهو نہ مون سمجهو

محبت جي عبادت کي نہ تو سمجهو نہ مون سمجهو.
وفا جي هن ديانت کي نہ تو سمجهو نہ مون سمجهو

ڪٿي يڪدم قسم وينس سنڌ ۽ الفت جواي جاني!
سچائي ۽ صداقت کي نہ تو سمجهو نہ مون سمجهو.

عمر ساري ڪئي مون وقف تنهنجي خاص خدمت ۾،
مگر اهڙي سعادت کي نہ تو سمجهو نہ مون سمجهو.

فراق - غم سهي دلبر، ٿيس لاچار ۽ بيوس،
جفائن جي عنايت کي نہ تو سمجهو نہ مون سمجهو.

ڪيو مون عشق جو سودو، وٺي دامن محبت جي،
محبت جي رفاقت کي نہ تو سمجهو نہ مون سمجهو.

هزارين سور صدما عشق جي هن راهہ ۾ آيا،
مگر رستي رياضت کي نہ تو سمجهو نہ مون سمجهو.

عقيدو عشق جو ايمان جي چڻ جستجو سمجهم،
حقيقت جي امانت کي نہ تو سمجهو نہ مون سمجهو.

ٿيا جي "راز" مون وانگر ڪروڙين ڪوڏ مان ديوانا،
فقر جي هن علامت کي نہ تو سمجهو نہ مون سمجهو.



# جمال الدين جوڳي

نالو :- جمال الدين ولد تاج محمد جمالي.
ادبي نالو :- جمال الدين جوڳي.
جنم جي تاريخ - سن :- ١٢ مارچ ١٩٣٥ع.
جنم جو هنڌ :- ڳوٺ ٻبر تعلقو ڳڙهي خيرو ضلع جيڪب آباد.
تعليم :- مئٽرڪ.
ڌنڌو :- سنڌ گورنمينٽ پريس خيرپور ۾ جنرل فورمئن.
موجوده رهائش :- ڳوٺ جني تعلقو شڪارپور
شاعري جي شروعات :- سن ١٩٦٥ع کان
اصناف سخن :- غزل، قطعات، نعت وغيره.
پسنديده صنف :- غزل ۽ قطعات.
اساتذه :- اميد خيرپوري.
رسالا جن ۾ ڪلام ڇپيل :- سنڌ جي هر رسالي ۾.
اڻ ڇپيل مواد :- ڪتاب "جوڳي جي جهونگار".
قابل ذڪر ٻيو ڪجھ :- جوڳي صاحب سنڌ جو مشهور شاعر آهي. هن سائين جيتوڻيڪ ٿورو لکيو آهي پر سٺو لکيو آهي. سن ١٩٥٦ع ۾ پريس جو ڪم. پاڪستان پرنٽنگ پريس شڪارپور ۾ استاد مرحوم محمد يوسف جوڻيجو جي زير نگراني سکيو. سن ١٩٥٩ع کان سنڌ گورنمينٽ پريس خيرپور ميرس ۾ ملازم آهي. سن ١٩٧٩ع کان سنڌ جو نامور استاد شاعر جناب اميد خيرپوري جي نظر هيٺ پڪي پختي شاعري ڪندو رهي ٿو.

## غزل

وعدو ڪجي تہ پنهنجي وعدي کي پاڙجي،
ناحق نہ موم دل کي سورن ۾ ساڙجي.

ڪوني تي پاڻ چاڙهي، ڏاڪڻ ڪڍي نہ ڇڏ،
اڻ چاڻ کي.ڏنا ڏئي، وڻ تي نہ چاڙهہ جي.

پنهنجي بہ يار دلڙي قربان ڪر ڪٿي
ٻي جي رڳو نہ دل کي واڙي ۾ واڙجي.

بخمل ڏسي بدن تي، هي پروسو ڪري،
مسڪين جي پراڻي، لوئي نہ ڦاڙجي.

واپار دل جو دلبر، ڪنهن کي نہ جو وٽي،
پوءِ ڪنهن غريب جي دل، هر هر نہ تاڙجي.

جوڳي تہ يار هر دم تنهنجو غلام آ،
پنهنجي غلام سان ڪو، ڇو پاڙ پاڙ جي.

○

## قطع ١

وقت ڪيڏو تيز ٿو ڊڪندو وڃي،
وقت جا ويهي هتي ڏاڪا نہ ڳڻ.
وقت ڏس هل وقت جي رفتار سان،
راهہ ۾ راهي رڳو جهاڪا نہ ڳڻ.

## قطع ٢

اڃان روج راڙا ٻڌڻ ۾ اچن ٿا،
اهي خون ذاڙا ٻڌڻ ۾ اچن ٿا،
ڪري ڳالهہ ڪو ٻي نہ انصاف جي ٿو،
رڳو ٻول ٻاڙا ٻڌڻ ۾ اچن ٿا.

# فراق صوفي

نالو :- سيد نادر علي شاهہ.
ادبي نالو :- فراق صوفي.
جنم جي تاريخ :- ١٥.١٠.١٩٣٥ع.
جنم جو هنڌ :- دربيلو (ڏيرو) تعلقہ ڪنڊيارو.
تعليم :- ٥ درجا سنڌي ،ڪجهہ اردو لکڻ پڙهڻ.
ڌنڌو :- سرڪاري ملازمت (هاءِ ويز ڊپارٽمنٽ).
موجوده رهائش :- شهر دوڙ ضلع نواب شاهہ.
ادبي حيثيت :- شاعري ۽ صحافت.
شاعري جي شروعات(سنہ - واقعو) :- ١٩٧٠ع.
شاعرن ۽ اديبن کان متاثر ٿي، گھڻين شاعرن سان ملاقاتيون ڪيائين. جن مان جناب مرحوم ثنائي لاڙڪاڻو، رئيس ضياالدين "ضياءَ"، مرحوم "خادم" لاڙڪاڻوي، عبدالڪريم گدائي ۽ ٻين کان متاثر ٿي شاعري اختيار ڪَيائين.
سخن :- غزل ۽ ڪافي.
پسنديده صنف :- ڪافي.
اساتذه :- مرحوم حافظ محمد "احسن" چنہ. محترم "نشتر" ناٿن شاهي، منصور ويراڳي، مرحوم ڊاڪٽر محمد ابراهيم "خليل".
رسالا جن ۾ ڪلام ڇپيل :- ماهوار نئين زندگي، پيغام ڪراچي، ماهوار رهبر حيدرآباد، سرهاڻ شڪارپور، هفت روزه عوامي عدالت ڪراچي، چانڊڪا لاڙڪاڻہ، سرت ڪراچي، گل ڦل ڄامشورو، هفتيوار ويجهار ۽ روزانہ هفتيوار سنڌي اخبارون.
اڻ ڇپيل مواد :- جهجهي انداز ۾ لکيل اٿس. مگر ترتيب وار ڪتاب ڪونهي.
قابل ذڪر ٻيو ڪجهہ :- فراق صاحب گھڻ تعليم يافتہ

هئڻ جي باوجود هڪ سنو شاعر آهي. ڪيس اسلامي مضمون لکڻ جو نندپڻ کان شوق رهيو آهي. مگر نهايت افسوس آهي جو انهن ڪي ڇپڻ وارا اداره سنڌ ۾ تہ اگرين تي ڳڻڻ جوڳا بہ ڪونهن. حقيقت ۾ سنڌ "باب الاسلام" تہ آهي، مگر اسلامي ادب جي گهٽي ڪوٽ آهي. الله تعاليٰ اهڙا ڪي مرد مجاهد پيدا ڪري جو اسلامي علم و ادب کي ترقي وٺرائن.

## ڪاروان منهنجو!

نرالو ۽ الڳ بالڪل آ انداز فغان منهنجو،
جَدا ڪيڏو نہ دنيا کان ٿيو دردِ نهان منهنجو.

لڪايو مون تبسم سان ڏکن ۽ ڏاکڙن کي آ،
ائين ئي زندگي جو ٿو هلي بس ڪاروان منهنجو.

رڳن جو خون پهتو ڪين منهنجي راز دل تائين،
پلا سمجهي سگهي ڪهڙي طرح پوءِ رازَدان منهنجو.

خودي جو راز ڪهڙو آهي، ڇا کي بيخودي چئجي؟
خودي جو ڳجهہ نهان يا بيخودي سرنهان منهنجو.

اجا ڪڪڙا گڏي مون ڪين ناهيو آهہ آکيرو،
تڪين ٿي ڪوهہ اي بجلي اڏورو آشيان منهنجو!.

"فراق" يار ۾ هر دم ڪريان آهہ وفغان وينو،
چمن وارن کي وڻو آهہ شايد امتحان منهنجو.



## "انسانُ"

درد جو درمان ڇا هي؟
سور جو سامان ڇا هي؟

جنهن نہ ڪئي انساني عزت!
سو پلا انسان ڇا هي؟

زندگي تي پروسو ڇا؟
موت جو سامان ڇا هي؟

عادتون انسان بدليون،
ان اڳيان شيطان ڇا هي؟

شر پسندي "فراق" توبه،
اڄ جو پي انسان ڇا هي!!.



## انسان اهڙا عطا ڪر

الاهي تون انسان اهڙا عطا ڪر،

ديانت، شرافت، محبت جا پيڪر،
صداقت، عظمت، شجاعت جا پيڪر،
الاهي تون انسان اهڙا عطا ڪر.

عجب عادتن خصلتن ۾ زياده،
سپاجهها ۽ سادا نيازن ۾ زياده،
الاهي تون انسان اهڙا عطا ڪر.

نگاهون هجن پاڪ حرص وهوس کان،
دلين جا چمن پاڪ پي خارو خس کان،
الاهي تون انسان اهڙا عطا ڪر.

نه منصب جي لالچ نه زر جو اثر بس،
هجي تنهنجي رحمت تي جن جي نظر بس،
الاهي تون انسان اهڙا عطا ڪر.

خود آگاهه، بيباڪ، بيدار انسان،
غريبن يتيمن جا غمخوار انسان،
الاهي تون انسان اهڙا عطا ڪر.

نه تن جي محبت نه ڌن جي محبت،
هجي "فراق" دل ۾ ، وطن جي محبت.
الاهي تون انسان اهڙا عطا ڪر.

# حافظ سنڌي

نالو :- نثار احمد منگي.
ادبي نالو:- حافظ سنڌي.
جنم جي تاريخ :- ١٩٣٧ع.
جنم جو هنڌ :- شڪارپور
تعليم :- ايم اي عربي گولڊ ميڊلسٽ. مولوي فاضل عربي.
ڌنڌو :- تدريس ۽ تبليغ.
موجوده رهائش :- شڪارپور.
ادبي حيثيت :- شاعر.
شاعري جي شروعات:- ننڍپڻ کان.
اصناف سخن :- حمد، نعت، اصلاحي شاعري.
پسنديدہ صنف:- حمد، مناجات.
اساتذه:- ڪتابن جي ذريعي.
ڇپيل ڪتاب:- گهڻو مواد اڻ ڇپيل.
رسالا جن ۾ ڪلام ڇپيل :- دعوت، آئينو، شاگرد، وينجهار.
اڻ ڇپيل مواد :- ٻہ بياض تيار آهن.
قابل ذڪر ڪجهہ پيو :- حافظ سنڌي صاحب اتر سنڌ جو مشهور شاعر آهي. سنڌي، اردو، عربي ۽ فارسي ٻولين ۾ طبع آزمائي ڪئي اٿس. فقير منش انسان آهي، انهي ڪري گمنامي جي زندگي گذارڻ کي پسند ڪري ٿو. سندس شاعري عوامي نوعيت جي آهي.

**الله**

هر گاهہ چئو صبح چئو شام چئو الله،
آ ورد عجب خاص چئو عام چئو الله.

قوت ٿي ملي قلب کي الله ڀي نالي سان،
سرِ دار چئو زير ۽ برٻام چئو الله.

حاصل ٿي ٿئي نفس کي لذت ۽ خوشي ڏاڍي،
صد بار چئو زور سان هر گام چئو الله.

ماکي کان مٺي نام منو رب جو از حد آ،
با شوق چئو بهر وفا تام چئو الله.

ڏک اهنج، مصيبت جي دوا دارون فقط هک آ،
دوران خوشي، رنج ۽ آلام چئو الله.

هم با خلاص اُنهي کي ئي پکاريندا،
اڌ رات سَحر ويل بي هنگام چئو الله.

الله جي نالي سان ڏرن ڏيل ٿا ڏهڪار،
پل جا تہ مڇي ڏوم ۽ ڏڏام چئو الله.

تاثير عجب ڏڏکا کري قلبُ تہ کافر جو،
ٿي کوٽ وجن لرزه براندام چئو الله.

حافظ تہ اهو نسخو مُجرب ٿي کري ڏس تون،
ڏِس کيئن جفا کار ٿئي رام چئو الله.



## پاڪستان چو ٺهيو؟

هي پاڪستان سوغاتِ خداوندي ۽ وڏ نعمت
وڏي قرباني محنت بعد ٿي حاصل اِها فرحت

لکين معصوم جانيون ٿيون انهي جي راهہ ۾ قربان
تڏهن آسان ٿي منزل ۽ آزادي ملي راحت

ٿيو مجبور چو مُسلم؟ نئين تعميري خطي لاءِ
اجوکو نوجوان ڄاڻي نٿو هر گز سببَ صورت

کنن مان کڍ کپهہ پويا بُڌي انصاف پو تون کر
هيو کنٽرول سارو هِت تہ مهتي جو بهر حالت

سول سروس، سياست ۾ تجارت ۾ فقط مهتو
برائي نام مُسلم هو مگر چاڪر مها يارت

وڏن عُهدن تي فائز ها وڏا سينيون مهاراجا
پٽيوالو ۽ ڊڪ مُنشي، مُسلمان جي اِها وقعت

حقارت سان سڏيندا ها مسلمانن کي او مُشلا!
مُصليّ ٽوپ اجرڪ سان هُئي تن کي وڏي نفرت

وڏا ويري هي وشنو قوم مُسلم جا آزل کان ها
چمارن کان ڏِسنَ وڌ پيا مسلمان کي، ڪرين جي پَت

گهڙو لوٽي، ڪٽورو تاس، باسڻ سڀ جُدا جن جا
پيارن ٻڪ ۾ مُسلم کي ڪري اوندو بصد نِوڙت

لڳي جي هٿ وڃي مُسلم گلاس ۽ روٽي تيوڻ کي
يجي اُڇلي ڇڏيندا ها، تي ڪاڏي جي مٿن حرمت

وڏي واڪي مساجد ۾ اذان تڪبير تي سختي
سوين دَرَ سجدن جا بند تالن تي چڙهي زنگت

اُگهيل اگڙيون بہ بارن جون ٽپائن مسجدن ۾ پيا
خُدا ڄاڻي اِهو منظر ڏٺو اکين بلا شُبهت

لنگهڻ مُشڪل هو مهتي جي محلي مان مسلمان لاءِ
بڪثرت جِت هُيا مَهتا اُتان گذرڻ وڏي جُرئت

مسلمانن جا وڏا ويري ڪُتن سان پيار ڪندا ها
تان موٽي پوي تن ۾ اسان جو روح ۽ رنگت

نہ مارن جيت ۽ جنتر چون هي پاپُ نا حق آ
مگر مُسلم جو رتُ هارن ٿئي تَن کي نہ پوءِ دهشت

وڏي انڪل سان قرضي سڀ ڪيا مهتي وڏيرا هت
لکن پيا ڏيڍ ٽولي جو هيو جاهل وڏيرو جَت

هي وڪٽي ڊال چولا ۽ رهان پاپڙ ٻٽيا سينيون
۽ چوسي رتُ مسلمان جو ڪيائون ڍيرَ ڌن دولت

تجارت وٽج ۾ سُودي طريقي کي ڪيون رائج!
ڪڏي ڏيوالو مُسلم جو ٻڌايون لاش ٻي حرڪت

ڪري سازش مسلمان کي نشي جوا تي لاتائون
نتيجو جنهن جو آ مُسلم اجان سوڌو ڪٺل قسمت

اهي ها مختصر اسباب مُسلم جواتي بينو
ٻڌي ايڪي سان آ مولا ڏني تن کي وڏي نُصرت

ٿيو آ سنڌ ۽ سنڌين کي شرف حاصل جو سڀ کان اڳ
ڪيون تسليم پاڪستان دل سان خوب باعزت

خُدا جا لک ٿيا ٿورا ٿيو مُسلم تہ ليڊر ڀي
۽ افسر ڀي ۽ فائز آ وڏن عُهدن تي با شوڪت

وزارت ڀي چُمي جُوتو مسلمانن جو هتڙي تي
جي ناشاڪر اجان ٿيندو متان ساڳي ملي ذلت

خدا کان گُهر دُعا "حافظ" بچائي مُلڪ پنهنجي کي
ٻلو ٽيڙي اڪيون پنهنجون تڪي ڪوئي نہ بد طينت

## عزم جوان مَرد مسلمان

باسم الله جي برڪت سان هزارين ڏيل ڏاريا مون،
مٿي مان مڪ ۽ ميچالو ڪڏي ڪافر سمهاريا مون.

سپر طاقت جي عظمت جو رچايل ڍونگ ڍيري ٿيو،
زماني کي نرالا رنگ ۽ نقشا ڏيکاريا مون.

جَنهين سوچيو مجاهد بم گولي سان اڏي ويندا،
بحولِ الله فضا ۾ تَن جا تَن پارا اڏاريا مون.

ٿمر سامان تي نازان جَن چيو همسر اسان جو نا،
تنهين جا قول ورديون سڀ ٽپڙ سارا اتاريا مون.

نہ دم خم آہ ڪافر جو جو بيھي مومنن سامھون،
ہِـڏي الله اڪبر ڪي يڳـا ڪيئي نھاريـا مـون.

فقط للڪار مومن سان ڀڳوڙا پيا وجن ڀڄندا،
نہ ڀنتي پيا تَڪنِ گيدي جڏھن پويان پڪاريا مون.

عزيمت جون نہ پڇ ڳالھيون وڏا بُزَ اشتراڪي ٿي،
ھڪل ھِڪ سان ڪٽائي ھَٿَ ہِڏي پڪڙي ٻھاريا مون.

نئين تاريخ ڪئي تحرير افغاني مسلمانن،
ورق زرين شجاعت جا اوھان اڳيان نڪاريا مون.

سدا "حافظ" حمايت مسلمانن جي ڪندو رھندو،
قلم جي نوڪ خارا سان ڪئي خناس ٺاريا مون.

## ڪجھہ ھوش ۾ اچ تون

حبدار نبيﷺ جا ڪجھہ ھوش ۾ اچ تون،
ازراہ ڪرم ڪفر ۽ الحاد ڪان بچ تون.

ھل راہ رُسولي جي پَلو پنھنجو گُھرين تون،
پرواني جيان عشق نبي منجھہ تہ پچ تون.

ڪر پيشوا ڪونين جي سرور کي سياڻا،
ھر حال ۾ رک اُن سان پڪو ربط ۽ ٽچ تون.

مرسل جي قيادت تہ اٿئي نعمت عظميٰ،
اُن مير مدينہ جي ثنا ڳاءِ تہ ڳچ تون.

جي نُڪتو محبت جو اچي سمجھہ ۾ توکي،
ھر گز نہ ڪمائين پو ڪڏھن ڪوڙ ۽ ڪچ تون.

آ شرڪ رسالت ۾ رکڻ ٻي سان محبت،
مدني جي محبت جو سکھو ٻار تہ مچ تون.

حافظ تون اُٿي ميٺ مڙئي رنگ ۽ رشتا،
عربي جي سچي رنگ روايات ۾ رچ تون.

# گل ٻرڙو

نالو :- گل حسن.
ادبي نالو:- گل ٻرڙو.
جنم جي تاريخ :- ١ جنوري ١٩٣٦ع.
جنم جو هنڌ:- ڳوٺ ٻگو ڏڙو تعلقو شهداد ڪوٽ ضلع لاڙڪاڻو.
تعليم:- ايم - اي.
ڌنڌو:- پرنسپال گورنمينٽ مهراڻ ڪاليج مورو.
موجوده رهائش :- قنبر علي خان ضلع لاڙڪاڻو.
ادبي حيثيت :- نامور شاعر.
شاعري جي شروعات (سن- واقعو ) :- ٻچپن کان مشاعرن جي محفلن ۾ شرڪت جي ڪري.
اصنافِ سخن :- هر صنف تي طبع آزمائي ٿيل.
پسنديده صنف:- غزل.
رسالا جن ۾ ڪلام ڇپيل:- ٽه ماهي مهراڻ، ماهوار نئين زندگي، پيغام ۽ ٻيا رسالا.
اڻ ڇپيل مواد:- قلمي صورت ۾ بي حساب.
قابل ذڪر ٻيو ڪجهه:- گل ٻرڙو صاحب هڪ قادرالڪلام شاعر آهي. پاڻ خوش خلق ۽ يار ويس انسان آهي. وڏن شاعرن جي صف ۾ هوندي به ننڍ وڏائي جي فرق جو قائل نه آهي. سندس شاعري اصلاحي ۽ معياري هوندي آهي. غزل ۾ لفظ سادا ۽ عام فهم استعمال ڪندو آهي.

## غزل

هُن پارِ وڃڻ ٿو چاهيان.
اقرارِ وڃڻ ٿو چاهيان.

هڪ دانهن آ مُنهنجي دل ۾:
دربارِ وڃڻ ٿو چاهيان.

مون کي تہ نہ روکيو هاڻي؛
سرڪار وچڻ تہ چاهيان.

واپس نہ وري مان ايندس؛
هڪ وارِ وچڻ تہ چاهيان.

اَڄ آءُ اکين جي آڏو؛
ٻلهارِ وچڻ تہ چاهيان.

مان لالہ و "گُل"جي خاطر؛
گُلزارِ وچڻ تہ چاهيان.



## غزل

ڇا کيان ڳالهہ جڏهن ڳالهہ ٻُڌائي نہ سگهان؛
جي لکايان تہ اِهو راز لِکائي نہ سگهان.

درد مٺڙو آ تڏهن دل ۾ رکڻ جهڙو آ؛
مان انهي درد بنان درد سمائي نہ سگهان.

هڪ زمانو آ ٿيو، مون نہ ڏٺو آ توکي؛
مان سنڌءِ ديد بنان عيد ملهائي نہ سگهان.

هي نٿو کنڌ جُهکي کنهن بہ صنم جي آڏو؛
مان سنڌءِ حُکم بنان سِيس نمائي نہ سگهان.

مان ٿو محسوس کيان توکي سدائين ساٿي؛
جي نہ تون ساڻ هُجين گامِ وڌائي نہ سگهان.

قُرب تنهنجو ٿو رهي، آس بہ تو ۾ آهي؛
مان تُنهنجي پيار بنان پاڻ پڏائي نہ سگهان.

مان تُنهنجي مهر بنان کُجھ بہ نہ آهيان سائين؛
باغ تہ هڪ باغ رهيو "گُل" بہ سڏائي نہ سگهان.

## غزل

مُنهنجو خُدا آ پاڻ مُحبت ۾ پيش پيش؛
بندو نهي تو هُن جي عبادت ۾ پيش پيش.

دُشمن هڻن ٿا تير مگر هڪ نٿو لڳي،
منهنجو ڌڻي آ مُنهنجي حفاظت ۾ پيش پيش.

اُلفت نگر ۾ ڪيئي رهن ٿا عشاق جي
ڌمڙ ۾ رهڻ گُهرن ٿا رياضت ۾ پيش پيش.

اڪثريون رهن ٿيون جيڪي نظاري ۾ نينهن جي؛
سي نيڻ ڪيئن نہ هوندا نزاڪت ۾ پيش پيش.

جن جو خُدا سان پيار، انهن سانَ خُدا جو پيار؛
مالڪ لطيف آهي لطافت ۾ پيش پيش.

روز قيام ڪير ڪندو هُت سُفارشون؛
ربَ جو حَبيب هوندو شفاعت ۾ پيش پيش.

فطرت سڄي آ پيار، مُحبت جو گُلستان؛
"گُل" ڪي ڏسو اُتي آ تراوت ۾ پيش پيش.



## غزل

عِشق جو چاڪ گريبانُ ڏسبو؛
حُسن جو زلف پريشان ڏسبو.

ظُلم ڪري جو، خوش نہ ٿئي سو؛
ظالم انت پشيمان ڏسبو.

ڏاڍن ڪندڙ مَٿانهون هوندو؛
هيٺو شخص هراسان ڏسبو

جت اڄ ڪوئي گلشن ڏسجي،
ان هنڌ نيٺ بيابان ڏسبو.

ڪُلفت جت آ رُج بڻائي،
اُلفت ساڻ خيابان ڏسبو.

سچڙو فرد ته ثابت بچندو،
ڪوڙو نيست پريشان ڏسبو.

جڏهين هت ب بهارون آيون،
"گُل" کي خوَش ۽ خرامان ڏسبو



# حبيب صديقي

نالو:- حبيب الله ولد ڪريم بخش صديقي.
ادبي نالو:- حبيب الله حبيب صديقي.
جنم جي تاريخ-سن:- ١ جنوري ١٩٣٧ع.
جنم جو هنڌ:- ڀاٽ تعلقو ۽ ضلع دادو.
تعليم:- ايم-اي (سيڪنڊ پوزيشن)، ايم-ايڊ (فرسٽ ڪلاس فرسٽ)
ڌنڌو :- سيڪريٽري- ڊائريڪٽر سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو.
ادبي حيثيت:- نامور ۽ قادر الڪلام شاعر ۽ اديب.
شاعري جي شروعات (سن-واقعو):- ننڍپڻ کان - ٻين استاد شاعرن جي ڪلام کان متاثر ٿي.
اصنافِ سخن :- غزل، نظم، وائي گيت.
پسنديده صنف :- غزل ۽ گيت
ڇپيل ڪتاب :- ١.دريا ۽ سامونڊي ڪنارن سان زندگي ٢. پرائمري ايڊيوڪيشن اسڪيم ٣. ڳوٺاڻن علائقن ۾ ماڊل پرائمري اسڪول ۴. استاد لاءِ اخلاقي ڪوڊ.
اڻ ڇپيل مواد :- ڪافي شاعري ۽ نثري ادب قلمي صورت ۾.
قابل ذڪر ٻيو ڪجهه:- صديقي صاحب نہ صرف هڪ نامور اديب ۽ شاعر آهي پر ان سان گڏ هڪ خوش خلق، بامروت ۽ بهترين اخلاق جو مالڪ پڻ آهي. صديقي صاحب جي هڪ خاص خوبي اها آهي تہ پاڻ هر وقت مسڪرائيندو رهندو آهي.ڪوبہ ملاقاتي سندس شخصيت کان متاثر ٿيڻ کان سواءِ رهجي نہ سگهندو آهي. هن وقت صديقي صاحب تاريخ سنڌ تي تحقيقي ڪم ۾ رڌل آهي. انڪانسواءِ پاڻ ڀاٽ جي صديقي خاندان جي تاريخ تي پڻ ڪم پورو ڪري چڪو آهي.

## روشنيءَ ۾

سياهي ڏني سين، هئي روشني ۾،
اُمالڪ جا ڳم ٿي وئي روشني ۾.

خبر ڪيئن پئي يارِ آيو نہ آيو،
هو اوندهہ ۾ آيو، ڇئي روشني ۾.

زماني جي ماڻهن اسان کان لڪايو،
نظر جا اسانجي پئي روشني ۾.

اميدن پري دوستي ڏورڙ ٿي وئي،
ملاقات يارن ڪئي روشني ۾.

سڃاڻي سگهيا سين نہ پنهنجا پراوا ،
نہ اونده ۾ پرکيا نہ ئي روشني ۾.

اسان پنهنجي دل تي هلندا رهيا سين،
محبت وئي ڏِک ڏئي روشني ۾.

حبيبن اسانکي زيارت ڪرائي،
محبت ملي اڄ مئي روشني ۾.



## "ڄامشوري جي فضا ۾ عيد رات"

ڄامشوري جي فضا ، هي هوائون، عيد رات
سنڌ جي سيني مٿان صحبتن جي واردات

عشق حسنِ ظن ٿيو، حسن بہ ٿيو بي حجاب
عمر رفتہ سان ٿيو، پيد الفت بي نقاب
هوش سان هلجي هتي، عاشق عاليجناب
اُبهري عاشق ڪئي، وارداتِ آپگهات
سنڌ جي سيني مٿان...............

عـالمـن ۽ عـاشقـن عـارفـن جـو هـي مقـام
رب جـي رحمـت وسـي تـي هتـي دائـم دوام
۽ هتـي حـاصـل ٿيـو حسـن کـي کـامـل دوام
قـرب جي تي ڪچهري وڙ ٿيا کي يانت يانت
سنــڌ جــي سينـــي مٿــان..................

"سنـڌ" ۽ "مهـراڻ" جـون درسگـاهـون آسپـاس
حبّ مـان طـالبـن کـي علـم جـي ڪـن التمـاس
نـوجـوانـن کـي رهـي ٿـي پيـار جـي هـر دم پيـاس
هـتُ شفقـت جـو رکـن، رهبـر انِ جـا معـات
سنــڌ جــي سينـــي مٿــان..................

عيـد جـي هـن راتِ جـو صبـح بـہ تـہ ٿينـدو ضـرور
نـوجـوانـن جـي منهـنِ تـي مسـرتـن جـو ظهـور
پـر ٻـڌن ٻـارن کيـو شـاعـرن کهـڙو قصـور
فـاعـلاتـن فـاعلـن، فـاعـلاتـن فـاعـلات
سنــڌ جــي سينـــي مٿــان..................

شڪـر ڪـر مالڪ سندو، اي "حبيب" خوش نصيب
علـم سـان ٿـي عـاشقـي ۽ ٿيـا عـالم رقيـب
عشـق تنهنجـو رهنمـا، عشـق آ تنهنجـو نصيـب
عشـق کـي آهـي بقـا، زنـدگـي آ بـي ثبـات
سنــڌ جــي سينـــي..................



## ارمان ڪوڙ آهن

اي دل اسـان تـي تنهنجـا احسـان ڪـوڙ آهـن،
ڪيسـا رهـن ٿـا خـالي، ارمـان ڪـوڙ آهـن.

تنهنجي گرفت ۾ آهي ڪون ومڪان اسانجو،
اي حڪمـران تنهنجـا فـرمـان ڪـوڙ آهـن.

حـاصـل نيـاز ٿـي ويـو اهـڙي جميـل تـر جـو،
سـرٽـوڙ عـاشقـيءَ جـا امڪـان ڪـوڙ آهـن.

مُرڪي مليون نگاهون، ڳولي ٿي دل پناهون،
ڏرتيءَ تي زلزلي جا سامان ڪوڙ آهن.

ارمان آدميءَ جا ڇو بيشمار آهن،
هڪڙي خدا جي عيوض اوٿان ڪوڙ آهن.

يارن جي بي وفائي، غالب گمان آهي.
مطلب جي دوستيءَ جا خواهان ڪوڙ آهن.

نالو حبيب تنهنجو، مون پاڻ تي رکايو
مون مثل ورنہ وانجها انسان ڪوڙ آهن.



## "وڏائي"

جبل کي تہ ڏس ڪيئن وڏو ٿو لڳي
پري کان ننڍو پر چڱو ٿو لڳي

پري کان وڏو جو لڳي آدمي
ڇو ويجهو وڃڻ سان ننڍو ٿو لڳي؟

"وڏائي" محض آ فريب نظر
ننڍو آدمي آ وڏو ٿو لڳي

سلو سو پلو جو انگوريءَ پلو
پلي پونءِ ۾ رونبو ڀلو ٿو لڳي

صديقي فقيري پلي ڪان پلي
وڏائي ۾ ماڻهو ڇسو ٿو لڳي.

## "پنهنجي اصل وطن ۾"

دل ۾ ٿو پيار پلجي، خوشبو ٿئي چمن ۾
سونهين سدا ٿو هر ڪو، پنهنجي اصل وطن ۾

اُجڙن ٿا ڳوٺ واهڻ، شهرن ۾ امن ڪونهي
هي حال آ اسانجو، خود پنهنجي ئي وطن ۾.

ناري گلن جا مالهي، محتاط رهڻ گهرجي،
طوفان اچي رهيو آ، جنت نما چمن ۾.

مفهوم ڪير سمجهي، فعلات فاعلاتن
شاعر جو شعر آهي، خود شاعر جي ئي بطن ۾

وڏڙن جا قول چوندي ناهيان ٿو بيت سارا
شايد ڪا ڳالهه ڪم جي شامل ٿئي متن ۾

گاهي سدا سُجون آ، سر سبز گاهه آهي
ماريءَ جي گهر هڏن جو هڪ ڍير آ صحن ۾

انصاف امن الفت، هي راز زندگي جا
محفوظ ڪرڻ گهرجن، دل جي ڳجهن تهن ۾

الفت جي آرزو جو اظهار ڪرڻ گهرجي
شايد "حبيب" پنهنجو مرڪي پوي چپن ۾.



# محسن ڪَڪڙائي

نالو:- سيد نياز علي شاهه ولد سيد احمد شاهه.
ادبي نالو:- محسن ڪڪڙائي.
جنم جي تاريخ -سن:- ۴ جولاءِ ۱۹۳۷ع.
جنم جو هنڌ :- ڳوٺ ڪَڪڙ ضلع دادو.
تعليم :- سنڌي، اديب عالم، اديب فاضل، ايم- اي، بي - ايڊ.
ڌنڌو:- هاءِ اسڪول ٽيچر.
موجوده رهائش:- هاشمي منزل، ڪڪڙ، تعلقو خيرپور ناٿن شاهه ضلع دادو.
ادبي حيثيت :- بزم طالب ۽ اداره فلاح و بهبود سان وابستگي ۽ شاعر ساز.
شاعري جي شروعات (سن-واقعو):- سنه ۱۹۵۱-۵۲ع کان.
اصنافِ سخن:- هر صنف تي طبع آزمائي ٿيل.
پسنديده صنف:- غزل، وائي، رباعي.
اساتذه :- مرحوم حافظ محمد احسن چنا ۽ مرحوم آصف.
ڇپيل مواد :- امنگون (مجموعہ ڪلام)، ليلا جا خط (نثر)، سوريءَ چڙهيو سچ (افسانہ)، ڪنهن جي ڳالهہ ڳراٽڙي (ڪلام)، سنڌ جي تقريباً سمورن رسالن ۾ ڪلام ڇپيل آهي.
اڻ ڇپيل مواد:- ١. انارڪلي (سوانح حيات) ٢. حضرت علي (سوانح) ٣. تذڪرة الاولياءِ ۴. اربيلا عشاق (آصف مرحوم سان گڏ لکيل). ۵. مجنون جي ڊائري (ترجمو) ٦. اوراڻا (دلي دوستن جو تذڪرو).
قابل ذڪر ٻيو ڪجهہ:- جناب محسن جو والد سيد احمد شاهه تراب پڻ ڪافي گو شاعر ۽ ڳائڻو هو. سنڌ

جي نامور شاعرن مان جناب آثم ناٿن شاهي، وفا ناٿن شاهي ۽ ٻيا ڪيترا محترم محسن ڪڪڙائيءَ جا شاگرد آهن. سندس وڏو فرزند محترم اعجاز محسن هاشمي بنيادي طور انجنيئر هوندي به اديب آهي. روزانه ”سنڌ نيوز“ حيدرآباد ۾ بطور نيوز ايڊيٽر سندس ڪم ڪيل آهي. جناب محسن جو ڪلام نشر به ٿيندو رهندو آهي ۽ ريڊيو ۽ ٽي وي مشاعرن ۾ به شرڪت ڪيل اٿس. ڀارت ۾ سندس ڪلام چوڏهن ٻولين ۾ ترجمو ڪيو ويو آهي، جيڪو اتان جي مشهور ادبي اداري ”ڀارتيه گياڻپيٺ ساهتيه اڪادمي“ ڪرايو آهي.

## غزل

هيتري پيار جو آخر هي نتيجو نڪتو
ڪوڙيو سين ٿي جبل اُن مان ڀي چوهو نڪتو!

مون سمجهيو ته ڪڏهن حُسن ڪي پهچي سگهبو
ويجهڙو ٿيس ته اُهو حُسن جو پاڇو نڪتو!

هُن جو هر نهڪِ ائين، ڇڻ ته وڄن ٿيون ٽليون
هُن جو هر ساهه ڀي سرهاڻ ڪان سُرهو نڪتو.

ڪنهن جي لفظن ۾ مڌر گيت سمايل سمجهيم
ڪنهن جي هر ڳالهه مان سنگيت ۽ سُر، هو نڪتو.

هُونءَ ته آئي ٿي نظر لوڏلڪن جي هُن جي
ڳهر ڏنو سين ته رڳو ڍير هڏن جو نڪتو.

زندگيءَ زهر پري آهه چڙهيو رڳ رڳ ۾
جنهن ڪي جنهن ڪي به ڏنم، خون جو پياسو نڪتو.

صنف نازڪ ته پڙهي، شينهن ڪُلهي ڪانه چڙهي
گهرَ ڪان ڊوڙي وجي ”اخبار“ ۾ ”رشتو“ نڪتو!

گهرُ جهنم ته ٻچا زهر لڳن ٿا اُن ڪي
جنهن جي قسمت ۾ ڪٽر زال جو ڦاهو نڪتو!

هڪڙي "ڏاچي" ٿي هٽي ڏهه تہ ڪا "توڏي" تيرنهن
اڄ جو اولاد تہ بابي جو پيي بابو نِڪتو!

هي بہ قدرت جو ٿي "اعجاز" لڳي ٿو "محسن"
منهن جي اولاد منجهان ڏات ڏٽي ڪو نڪتو!

## "وائي"

ڪنهن، جو، قرب ڏنو-
منهن جو روح رِجي پيو!

پُلجو چو ٽا، پايڙا، پيارا، پيارُ پنو.
جاچي ڏسجو جِيءَ ۾، ڪونهي ڪوبہ ڪِنو.

ڳولي ڳولي ڳنڍجو، چو ٽا سڳُ چنو.
منهنجو روح رِجي پيو، ڪنهن، جو، قرب ڏنو!

## وائي

مهٽي ساڻُ مُني - ڪائي ڪٽ ڪاپائتي!
ساري پنهنجي "ساھہ" ڪي، آڏِيءَ ويل اُني.

ڪيڏيون ڪِيهُون پئي ڪري، ڪنهن جي قرب ڪُني.
بي ڏوهي، تہ بہ برھہ ۾، رانول سان نہ رِني.

سڪ- سزا ۾، سُونهن جي، رڳو رَتُ پُني!
رڏي پيئي روح ڪي، چاءَ هِيءَ سِڪ سني!؟

باهر ٻهہ ٻهہ ٻوليون، اندر برھہ-ٻُني.
ڪائي ڪِٽ ڪاپائتي، مِهٽي ساڻ مُني.



# امام بخش عاصم

نالو:- امام بخش ميمڻ ولد محمد اسحاق.
ادبي نالو:- امام بخش عاصم.
ڄمڻ جي تاريخ:- ١.٨.١٩٣٩.
جنم جو هنڌ :- شڪارپور.
تعليم :- ايم اي، ايم ايڊ.
ڌنڌو :- ڪاليج ۾ استاد.
موجوده رهائش:- واڳڻو در محلو مست علي شاهه شڪارپور.
ادبي حيثيت :- بزم گلشن لطيف شڪارپور جو ميمبر.
شاعري جي شروعات :- ١٩٦٤ع.
اصناف سخن :- حمد، نعت، وائي، ڪافي، غزل، اصلاحي شاعري.
رسالا جن ۾ ڪلام ڇپيل:- گلڙا ۽ ٻيا رسالا.
اڻ ڇپيل ڪلام :- سنڌي ۽ اردو ۾ گهڻو جيترو ڪلام اڻ ڇپيل حالت ۾ وٽس پيل آهي.
ڇپيل ڪتاب:- تاريخ اسلام، معاشيات پاڪستان، اسلامي تهذيب ثقافت، الله جي اطاعت ڇو؟ ۽ مختلف ادبي رسالن ۾ افسانه ۽ ڪهاڻيون.
قابل ذڪر ڪجهه ٻيو:- عاصم صاحب نه صرف هڪ بهترين شاعر، اديب، مضمون نگار ۽ ڊرامه نويس آهي پر هڪ وڏو عالم ۽ مقرر پڻ آهي. پنهنجو نالو ظاهر ڪرڻ کان سواءِ هن سنڌي علم و ادب جي وڏي خدمت ڪئي آهي.

## عظمتِ مسلم

عظمت مسلم جو آهي معترف سارو جهان
جن بشرَ حورو ملڪ ۽ سڀ زمين سارو زمان.

ڪارنامہ تو ڪيا جي ڪار گاهہ هست ۾
مٽ مثل تنهنجو نہ ڪوئي ڪالهہ اڄ ۽ پڻ سيان

اسپ تازي تو ڪُڏايا ها بحر ظلمات ۾
خاڪِ صحرا ۾ نظر اچ پيو اڃن تنهن جا نشان

ريگزارن ڪوهسارن جا پتا پاٽي ٿيا
نعره تڪبير جو ٿيو غلغلو جنهن دم عيان

قيصر و ڪسريٰ جي عظمت وئي ملي سڀ خاڪ ۾
تخت شاهي تاج خسري ۽ سمورو شان مان

مرد غازي ۽ مجاهد مرڪندا اڳتي هليا
سرنگون عالم سمورو چين هند ۽ اصفهان

ڪا شغر يا وادي سنڌ مصر ۽ سوڊان پيو
اندلس و سسلي ۽ قبرص سڀ بڻيا هي گلستان

عظمتون ۽ رفعتون شاهن جون رخصت ٿي ويون
شان شوڪت سڀ سندن ماضي جا بڻيا داستان

بوجهل ۽ بولهب سڀ خاڪ پيوند ٿي ويا
پرچم اسلام جو ٿيو سر بلند نالو نشان

ڪفر ڪارا ظلم سارا مي ڪده ۽ بت ڪده
ڪونہ باقي ڪو رهيو ابليس جو هت آستان

وارث موسيٰ ۽ طارق ابن قاسم جا امين
خوابِ غفلت ڪر ڦٽو بيدار ٿي تون اي جوان

ڇا ڪندا طاغوت تو کي آتش نمرود پيو
اٿ اٿي دنيا کي تون ڏيکار جرئت نوجوان

جا زمين اسلاف تنهنجي خون سان سيراب ڪئي
اڄ اتي اغيار قابض عصمتن جو ڪن زيان

قـــدس جيـــرو سلـــم ۾ **كـــابـــل وقنـــدار** ۾
خونِ- مسلم **تـو وهي** كشميـر ۾ پـاڻـي جيئـان

كوئي روكي كين تو هٿ ظـالمن جا ظلم كـانْ
دشمنِ - اسلام جا كـرتـوت آهـن سڀ عيـان

چو طرف غلبو كفر جو تو نظر "عـاصم" اچي،
يـا الاهي كيـن وٺ تـون عـاجـزن كـان امتحـان.

**وائي**

مـــون ۾ عيـــب اپـــار صـــاحـــب رب ستـــار
بخـش بـرايـون بـاري تعـاليٰ آهـن لـک هـزار
مـــون ۾ عيـــب اپـــار مـــون ۾ عيـــب اپـــار

عبد آهيان مان آخر تـائيـن ٻانهيءَ جـو مـان ٻـار
مـــون ۾ عيـــب اپـــار مـــون ۾ عيـــب اپـــار

ڏوهـ كيـا هـن ڏاتـر!ڏاڍا، تـون آن رب غفـــار
مـــون ۾ عيـــب اپـــار مـــون ۾ عيـــب اپـــار

كيئي عـاجز عـاصي ٻـانهـا پهچـايـا تـو پـار
مـــون ۾ عيـــب اپـــار مـــون ۾ عيـــب اپـــار

ويجهي كر تون واهر منهنجي دوست مٺا دلـدار
مـــون ۾ عيـــب اپـــار مـــون ۾ عيـــب اپـــار

در ڇڏي سـڀ تنهنجـي در تـــي پيـــڙو آ پينـــار
مـــون ۾ عيـــب اپـــار مـــون ۾ عيـــب اپـــار

سڄـ سبـاجهـا سڏڙا منهنجـا احمـد لـڱ لجـار
مـــون ۾ عيـــب اپـــار مـــون ۾ عيـــب اپـــار

مشكل كـان تـون معافي مولا مـونكـي ڏي هكـوار
مـــون ۾ عيـــب اپـــار مـــون ۾ عيـــب اپـــار

عرض اگهـائـج "عـاصم" جـو تـون آهيـن رب جبـار
مـــون ۾ عيـــب اپـــار مـــون ۾ عيـــب اپـــار

# هن تهذيب ڪان بيزار

بيزار مان هن دور جي تهذيب ڪان بيزار
هر چار سو آهي لڳل حسن جي بازار
هت خوب ماڻن ٿا ته مزا مڪار ۽ عيار
ڪٿ خوب ترن ٿا ته متي پاتار ۾ شهوار
نفرت جو ڪريان ڇو نه مان اڄ برملا اظهار

بي راه روي آهي هن تهذيب جو انعام
بي دام جسم جوان سر راهه تي نيلام
عصمت و عفت جو ته وجي آهي رهيو نام
هن پيرو جوان نفس جي لذت ۾ گرفتار
بيزار مان هن دور جي تهذيب ڪان بيزار

تخليق جي مقصد ڪان بيگانو آ انسان
بندو آهي لذات جو ۽ نفس جو مهمان
عالم آ فقط عشرت امروز جو سامان
هر ڪوئي هتي آهيَ اصل زر جو پرستار
بيزار مان هن دور جي تهذيب ڪان بيزار

هر لفظ جو آهي ته ويو مفهوم بدلجي
ظالم ڪي چوي هر ڪو هتي مظلوم وڏو هي
حقدار هتي حق ڪان محروم ٿو وجي رهجي
زن فڪر معيشت ۾ هتي مرد آ بيڪار
بيزار مآن هن دور جي تهذيب ڪان بيزار.

صد چاڪ نظر هتڙي اچي دامانِ شرافت
زن دخت عريان ڪين ٿئي محسوسَ ندامت
معلوم ٿين ٿا ته اهي آثارِ قيامت
هر ڪوئي هتي مست مگن موج ۾ِ سرشار
بيزار مان هن دور جي تهذيب ڪان بيزار

اسلام جو هر قدر هتي پامال ٿئي ٿو
شرافت جو ته افسوس برو حال ٿئي ٿو
هر ظلم جو پارو ته هتي اقبال ٿئي ٿو
ابليس جي افڪار جو آسان آ پرچار
بيزار مان هن دور جي تهذيب کان بيزار.

عقبا جو فڪر ڪون هتي ڪنهن کي رهيو آ
پڳ پنهنجي پرائي جو نه ڪو خيال رهيو آ
هر چيز هضم ڪرڻ ۾ نه ڪو عار رهيو آ
پامال ٿين خوب ٿا عالي هاجي اقدار
بيزار مان هن دور جي تهذيب کان بيزار

"عاصم" ڪيان ڪهڙو ذڪر هن دور جو اڄ مان
ابرار مصيبت ۾ هتي اشرار مزن سان
ڪم ظرف اصيلن مٿان سوار ڏسان مان
شيطان جا شاگرد وڏا دور جا فنڪار
بيزار مان هن دور جي تهذيب کان بيزار.



# ڊاڪٽر ميمڻ عبدالغفور سنڌي

نالو :- عبدالغفور ولد حاجي رحيم بخش ميمڻ.
ادبي نالو :- ڊاڪٽر ميمڻ عبدالغفور سنڌي.
جنم جي تاريخ :- ٢٧ رمضان المبارڪ ١٣٥٨ھ
بمطابق پهرين سيپٽمبر ١٩٣٩ع.
جنم جو هنڌ :- ميمڻ محلو لاڙڪاڻو سنڌ.
تعليم :- ايم اي،ايم فل، ايل ايل بي، پي ايچ ڊي.
ڌنڌو :- اُستاد، گورنمنٽ ڊگري ڪاليج لاڙڪاڻو سنڌ.
موجوده رهائش :- غفورآباد، ميمڻ محلو لاڙڪاڻو سنڌ.
ادبي حيثيت:- اَديب،شاعر،مُحقق ۽ مُصنف.
اصناف سخن :- بيت، دعانامو، ڪافيون، مورو، مولود ۽ نظمَ وغيره.
پسنديده صنف :- بيت ۽ مولود.
اساتذه :- (نثر ۾) ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي، (نظم ۾) حاجي علي بخش جمالي.
رسالا جن ۾ ڪلام ڇپيل :- مهراڻ، اخبار تعليم، پيغام، نئين زندگي ۽ هفتيوار اخبارون.
ڇپيل ڪتاب:- ١. ملا نصيرالدين هديٰ ٢. سيد عبدالقادر جيلاني ٣. شاهه عبداللطيف ڀٽائي ٤. تذڪره غفوري ٥. سنڌي ادب جي مختصر تاريخ ٦. مادرن مضمون نگاري ٧. محمد رسول الله صلي الله عليہ وسلم ٨. اسان جا اديب اسان جا شاعر ٩. سنڌي انسائيڪلو پيڊيا ١٠. عظيم سنڌي انسان ١١. قائد اعظم محمد علي جناح ١٢. مخدوم بلاول باغباني ١٣. فقير عثمان سانگيءَ جو ڪلام ١٤. ست مقالا ١٥. ادبي شخصيتون ١٦. پيران پير دستگير ۽ ٻيا.
اڻ ڇپيل مواد :- ١. ڪليات غفور" ٢. اٺويهين صديءَ

جي نثر نويس ۳. ٻنهي جهانن جو سردار ۴. ادبي مقالا ۵. ديوان نياز جعفري ٦. رستم سهراب (ڊرامو) ۷. سنڌي ادب جي مختصر تاريخ (ٻيو حصو) ۸. شاعر اعظم شاهه عبداللطيف ڀٽائي ۹. ميمڻ قوم - تاريخ جي آئيني ۾ ۱۰. لاڙڪاڻي جا صاحب - ديوان شاعر. قابل ذڪر ڪجهه ٻيو:- ڊاڪٽر صاحب ملڪ جو مشهور اديب، محقق ۽ نقاد آهي. پاڻ نهايت ئي حوصلي مند ۽ جفا ڪش انسان آهي. بقول سنڌس هي روزانه مسلسل اٺ ڏهه ڪلاڪ لکندو رهي ٿو. خوشنويس به ٻهرين درجي جو آهي. اهوئي سبب آهي جو سندس ڪيترائي مضامين ۽ ڪتاب سندس ئي خوشخطيءَ ۾ ڇپرايا ويا آهن. هن وقت تائين تقريباً ٽي هزار مقالا ۽ مضمون مختلف اخبارن، رسالن ۽ ڪاليج مخزنن ۾ ڇپجي چڪا اٿس. سندس ڪيترائي مقالا "ميمن عالم" ۾ اردو ۽ گجراتي زبانن ۾ ترجمو ٿي چڪا آهن. جڳهه جي تنگيءَ سبب ڪيترائي ڇپيل ڪتاب هت درج ٿيڻ کان رهجي ويا آهن.

## مولود

جهُڪائيندس جبين پنهنجي وڃي اُن يار جي در تي،
جهڪي ساري خُدائي ٿي، جنهن دلدار جي در تي.

اکين سان روضي اَطهر کي ڏسان چاوٽ چُمان اُن جي،
پڙهان صلوات سو واري، سچي سردار جي در تي.

مديني ۾ جڏهن پهچان، اتي ئي موت ٿي مُنهن جو،
حياتِ جاودان ماڻيان، مري مننار جي در تي.

مديني پاڪ جا ماڻهو، لتاڙن لاش مُنهنجي کي،
پلارا پاڳ پايان، ٿِي دفن غمخوارَ جي در تي.

شفيع المُذنبين مُرسل مُحمد آ ته غم ڇا جو،
پُڇاڻو معاف آ "ميمڻ"، پرين پڳدارَ جي در تي.

ڪٽي هتڙا گهرو مُون لئه دعا هي رب اَڪبر کان،
وڃان پهچي سگهو مان، احمدِ مُختيارَ جي در تي.

”غفور“! آهي ڪندو نظر ڪرم هڪ ڏينهن سومونتي،
سوالي مان سدا آهيان، اُنهيءَ مُهندارَ جي در تي.

## دُعا

حَمد تُنهنجو، شُڪر تُنهنجو، تُنهنجو احسان آ عظيم،
توئي هي قرآن، بخشيو آ صرَاط المستقيم.

تو تلاوت، عمل جي توفيق ڪئي آهي عطا،
حفظ تو اُن جو ڪيو آسان، رهِم - جنت النعيم.

رڪُ سدا قائم نبيءَ تي رحمتن جو سلسلو،
معجزو ۽ جنهنجو آئينو آ، هي قرآن ڪريم.

ڪر صحابين جو عطا ۽ پنهنجي قربت جو مقام،
ٻاجهه ٻاجهارا اِها ڪر، ڪر عطا قلب - سليم.

التجا عاجز ڪري ”ميمڻ“ تو اَجِ ”عبدالغفُور“،
سا اِجابت ۾ آڇي مالڪ منا رازق، رحيم.

## ڪافي

ڪٺي پُنهِل ويا ڪيچ ڪاهي،
پُنيان ور جي ويندس سِرُسَهائي!

هُيس آءٌ اَياڻي، ٻيو نند نهوڙيو،
ڏاڍي ڏيرن ڇڏي دل رَنجائي.

سَوين سُورَ مليا لکئي منجهه مُقدر
ڇڏيو چو مون ڪيچين هينَ ٻلائي.

ڪري پنڌ پيرن وينديس ڪيچ ڪاهي،
ويا رِڻ ۾ رُليءَ ڪي رلائي.

”غفور“! غفلت ڪان وَرُ مون وڃايو
مولي مُحب مُون شل ملائي.

# امير بخاري

نالو:- امير شاھ ولد جعفر شاھ.
ادبي نالو:- امير بخاري.
جنم جي تاريخ – سن :- ١ ڊسمبر ١٩۴١ع.
جنم جو هنڌ :- ڳوٺ ٻيرڙي (تعلقہ گھوٽڪي ضلع سکر سنڌ).
تعليم:- فائينل، ميٽرڪ، اديب فاضل سنڌي، اديب فاضل اردو، انٽر ڊرائنگ.
ڌنڌو:- صحافت.
موجوده رهائش :- ڳوٺ ٻيرڙي.
ادبي حيثيت :- جنرل سيڪريٽري مهراڻ ادبي مجلس سنڌ ۽ بزم علم ادب گھوٽڪي.
شاعري جي شروعات (سن-واقعو) :- ١٩٦٥ع واري جنگ جي دوران جنگي قومي نغمن کان متاثر ٿي، نغمن سان باقاعده شاعري جي شروعات ٿي. ان کان اڳ ڪافيون ۽ دوهڙا ٺاهيندو هو. سيني صنفن ۾ سنڌي، اردو، پنجابي ۽ سرائڪي ۾ نثر ۽ نظم لکي رهيو آهي.
اصنافِ سخن :- ڇندو ديائي ۽ عروضي شاعري جي معروف صنفن تي طبع آزمائي ڪئي اٿائين.
پسنديده صنف:- غزل، وائي، ڪافي.
اساتذه :- مرحوم رشيد احمد لاشاري، مرحوم سيد سردار علي شاه ذاڪر، مخدوم غلام احمد.
ڇپيل ڪتاب:- خالد الله جي تلوار، خالد بن وليد-طارق بن زياد-غازي صلاح الدين ايوبي - پنهنجو قائداعظم (ٻارن لاءِ) اشتراڪيت جو آئينو (ترجمو) سنڌ ۽ سنڌين جي ڀلائي جي واٽ (سياسي)
رسالا جن ۾ ڪلام ڇپيل:- رسالہ مهراڻ، نئين زندگي

سوجهرو، رهبر ڊائجسٽ، شاگرد، پيغام، روزانہ مهراڻ، سہ ماهي سنڌ، سہ ماهي ادبيات (اڪيڊمي آف ليٽرز اسلام آباد) روزانہ حرارت ملتان. هفت روزه نئين سوچ ڪراچي. هفت روزه ذوالفقار گهوٽڪي، روزانہ عوامي آواز ڪراچي.

اڻ ڇپيل مواد:- ٻہ شاعري جا مجموعہ، هڪ فڪاهي ڪالمن جو مجموعو، ٽي نثر ۾ سنڌ جي سياست تي ڪتاب جن جا نالا اڃا نہ رکيا اٿائين ڇو تہ ڇپرائڻ جي وسعت نہ اٿس.

قابل ذڪر ٻيو ڪجهہ :- روزانہ مهراڻ ۾ قطعا لکندو رهيو. ان اخبار ۾ پيرتي ڏونڪو ۽ فڪاهي مضمون ڇپجندا رهيس. روزانہ حرارت ملتان ۾ "بخاريات" فڪاهي ڪالم لکندو رهيو آهي. حضور پاڪ جن جي حيات پاڪ تي مثنوي "ڪارٿي" لکي رهيو آهي. جنهن جي قسط ٻهرين سہ ماهي مهراڻ ۾ شايع ٿي. شاهہ جو رسالو ساڳئي ڇند و ديائي رنگ ۽ ساڳئي راڳ ۾ (بيت-وائيون) اردو ۾ ترجمو ڪري رهيو آهي. سر ڪلياڻ جو داستان اول ادبيات اسلام آباد ۾ شايع ٿيو اٿس.مختلف رسالن ۾ مضمون ۽ شعر شايع ٿيندا رهيا اٿس. "تنظيم فڪر و نظر سکر جو ماهنامو "روشني" ايڊٽ ڪيائين.هفتيوار پرهہ ڦٽي گهوٽڪي ايڊٽ ڪري رهيو آهي. روزانہ مهراڻ لاءِ ٻہ رضاڪارانہ طور رپورٽر جي حيثيت ۾ ڪم پيو ڪري. بخاري مساوات ويلفيئر ايسوسئيشن جو خزانچي، سب ڊويزنل سوشل ويلفيئر ڪاميٽي گهوٽڪي جو ميمبر، سب ڊويزنل ايجوڪيشن ڪاميٽي گهوٽڪي جو ميمبر ۽ پريس ڪلب گهوٽڪي جو آڊيٽر آهي.

مثنوي ڪارٿي مان

## مکي وارن کي دعوت

علي کي چيو، ڏينهن هڪ مصطفيٰ،
سندم آه مرضي تہ: اٿ مرتضيٰ.

مکين کي وجي چئہ، صفا (١) تي اچو!،
محمدؐ جو هڪ اهم گفتو ٻڌو!!.

علي ڳالهه ساري ٻڌائي وچي،
صفا ڏي روانا ٿيا سڀ ٻڌي.

صفا تي ڪيو جيڪو مرسل خطاب،
لڪن ٿا، سڀڻ ان ۾ طلبيو جواب.

"چوان جي ته: دشمن جو لشڪر وڏو،
صفا جي پنيان بيٺو آ سنيريو.

گهري ٿو اوهان کي ڪرڻ چَٽُ ناس،
اوهان جو پٽڻ ٿو گهري، ويري ماس.

اوهان ڳالهه ان تي ڪندا اعتبار،
يا موقف ڪو ابتڙ، ڪندا اختيار؟".

چيو هر مَڪي، ان مهل "تون سچو"،
سندءِ ڳالهه ڪَوڙي ڪري ڪو ته چو؟.

چيائون "چوان جي، اچو منهنجي ڪَڌِ"،
وجهون دشمنن جي سرن ۾ ڪي وڌِ.

اوهين ڏيکاريندا ڪا مردانگي،
اوهان جي يا ٿيندي عيان بزدلي؟".

چيو مڪي وارن"ڪيا خوب وار،
ڪندي وچ جو ڪم، اتي هر ترار".

چيائون "ٻڌايو ته آهيان امين"،
چيو اهل مڪه ته "ها، باليقين".

چيائون ته "منهنجي مجيو ڳالهه هي،
پرستش ڪريو، هڪ الله جي.

مجيو مونکي واحد جو پيغامبر،
ڪمايو پلو، آخرت جو ثمر.

اوهان کي ملندو صدق جو ثواب،
مگر جي نه سمجهيا ته، سهندا عذاب".

"تبالڪ(٢) دعوتنا" چيو بو لهب،
خدا پاڪ "تبت" (٣)جو ٿوڙيس غضب.

---

١. بيت الله جي ويجهڙائي وارو جبل .
٢. تنهنجي لاءِ هلاڪت هجي، تون ان لاءِ اسان کي سڏيو آهي؟
٣. سورت تبت. جنهن ابولهب لاءِ خواري ۽ بربادي آندي.

## سي حرفي مان

ا – الفئون اور، الف سين اوري.
احد احد جو چنگڙو چوري.
هيائي جا بت پيچي پوري.
اي دل وحدت جي ورڻ واه!
لا اله الا الله!

ب – بيئون بدڪردار نہ ٿي تون
خار نہ ٿي تون، مار نہ ٿي تون.
ها، صاحب النار نہ ٿي تون.
بچ، اٿيئي بچڙي، باه!
لا اله الا الله!

ت – تيئون تنهنجي تن جو تارون
الا الله جون ڪرن تنوارون
هر هڪ دڪ ۾ درد جو دارون
بيشڪ، برحق، اسم الله!
لا اله الا الله!

ث – ثيئون ثاني ناهي جنهن جو،
نانءُ "اڪيلو" آهي تنهنجو
جيڪو مٽ نہ مائٽ ڪنهنجو،
رب رحيمَ سو تنهنجو آه!
لا اله الا الله!

ج – جيئون جوڙ جهانن جي ڏس،
هر شي "ٿي پئہ" سان پيئي ٿي ڏس!
هوڏي، هيڏي، هو ڏس، هي ڏس!
سبحان الله چئي، وه وَاه!
لا اله الا الله!

## ڪو تہ هجي

ڪو تہ هجي جو پيار پکيڙي،
ڪو تہ هجي جو ماٽڪ ميڙي.

ڪو تہ هجي جو روڳ گھٽائي،
راڳ محبت وارا ڇيڙي،

ڪو تہ هجي جو رحمت خاطر،
زحمت جي ظلمات سان جهيڙي،

ڪو تہ هجي جو ڪشت – ويران،
ڪاهي ناهي، هيلهي، ڪيڙي،

ڪو تہ هجي جو ڪوڙ ڪپت جا،
ٽاڪا ٽوڙي، بخيا اڌيڙي،

ڪو تہ هجي جو حال سنواري
مستقبل لئہ، ڪونڌر ڪيڙي،

ڪو تہ هجي جو ظلم ستم جي،
چوٽي ڍاهي، پاڙ اکيڙي.

ڪو تہ هجي جو حق، جي حق ۾،
جنگيون جوٽي، جهيڙا جهيڙي.

ڪو تہ هجي جو يار "بخاري"
گاڏو الفت وارو گيڙي.

# ڊاڪٽر بشير احمد "شاد"

نالو:- ڊاڪٽر بشير احمد ولد در محمد پناڻ.
ادبي نالو :- بشير احمد شاد .
جنم جي تاريخ - سن:- ١٩٤٢ع.
جنم جو هنڌ:- شڪارپور.
تعليم:- ايم-اي، بي-ايڊ، پي ايڇ ڊي.
ڌنڌو:- استاد سنڌي شعبو گورنمينٽ ڊگري ڪاليج لاڙڪاڻو.
ادبي حيثيت :- صدر سچل ادبي مرڪز لاڙڪاڻو.
شاعري جي شروعات (سن - واقعو):- ١٩٥٨ع.
اصنافِ سخن:- نظم، غزل، ابيات.
پسنديده صنف:- غزل ۽ نظم.
ڇپيل ڪتاب:- ١. امام شامل (ترجمو) ٢. عرفان - لطيف (لطيفيات) ٣.فڪر لطيف -(١) (ترتيب) ٤. الله سائين جي ڏاچي (ٻاراڻو ادب) ٥. فڪر لطيف (٢) (ترتيب) ٦. اوجاڳو اکڙين (ڪلام جو مجموعو)
رسالا جن ۾ ڪلام ڇپيل :- نئين زندگي، سه ماهي مهراڻ، پيغام ڪراچي ۽ ٻيا رسالا.
اڻ ڇپيل مواد:- لا تعداد قلمي صورت ۾.
قابل ذڪر ٻيو ڪجھ:- شاد صاحب شاعر هئڻ ڪان علاوه هڪ سنو نثر نويس پڻ آهي. هن جا مختلف اخبارن ۽ رسالن ۾ ٢٠٠ مضامين مختلف موضوعن تي ۽ ٢٠٠ اشعار ڇپجي چڪا آهن. ڊاڪٽر صاحب هڪ محنتي ۽ لگن وارو انسان آهي. تازو هن سنڌ يونيورسٽيءَ مان پي ايڇ ڊي جي ڊگري حاصل ڪئي آهي.

## نعت بحضور سرورِ کونين

يا رسول الله تنهنجي مان غلامن جو غلام
سيد الڪونين توتي لک صلوٰتون لک سلام

تنهنجي رحمت، تنهنجي شفقت، تنهنجي حرمت بي حساب
تنهنجي نعمت، تنهنجي عظمت جو نہ ڪو آهي جواب

جن، ملائڪ، حورو غلمان ورد ڪن ٿا پيا مدام
سيّد الڪونين توتي لک صلوٰتون لک سلام

بي وسيلن جا وسيلا رحمت للعالمين
تون سخي پينار ڪيئي يا شفيع المذنبين

فيض جو درياء تنهنجو موجزن آهي دوام
سيّد الڪونين توتي لک صلوٰتون لک سلام

يا نبي نورالهديٰ، شمس الضحيٰ،بدر الدجيٰ
شافعِ روزِ جزا، يا مصطفيٰ يا مجتبيٰ

## "ناصحانو غزل"

نہ رهندو سدا ڪو دنيا دم گذر
اٿي پار پوڻو ذرا ڏيان ڌر

نہ گهٽ آ ڪو ياقوت مرجان ڪان
بنيادن ۾ جيڪو پوي ٿو پٿر

ڪري لوھ مان سون ڪنهن کي ڇڏي
فقط مردِ حق جي ٿي هڪڙي نظر

پلا تو اڳيان ڪير بيهي سگهي
نہ مٽ تنهنجي پانيان هي شمس و قمر

دنيا جي حقيقت ڪي سمجهڻ ڏکيو
گهڙيءَ ۾ مهر آ گهڙيءَ ۾ قهر

نـ كـو اُت وڏو آ نـ كـوئـي ننـڊيو
ڏٺيءَ در اگهـي سـو آ جنهـن وٽ ٿمـر

دنيـا ۾ تـو جيكـو كَتـي ۽ كنبـي
اهـوئـي تـہ تئـي تـو سـڀدائيـن امـر

تئي "شاد" شل منهنجي دل جي زميـن
وسـائـي ڏٺـي شـال اَهـڙو ككـر



## غزل

جهـڙي تنهنجـي آ تصـويـر
منهنجـي ٿـي پئـي جـي تقـديـر

جيكـو انـگ ازل كـان آهـي
كيـر مٽـائـي سـا تحـريـر

عشـق اجـاري تـو انسـان كـي
مـامَ پـروڙيـن كـي مهميـر

كيئـي دانـا ديـوانـا ٿيـا
فـرقـت كيـڙا شـاهـہ فقيـر

گهُـورن تنهنجـي گهـائـي ڇڏيـا
هـاءِ كيڏا مـڙس اميـر

ڇـا هـي دنيـا ڇـا هـي حيـاتـي
هـر كنهـن پنهنجـا كيـا تفسيـر

دكـڙا درد فـراق و ڇـوڙا
آيـا سپـريـنءَ كـان هـي سفيـر

كيئـي "شـاد" شهيـد كيـا تـو
اڇـلائـي نظـرنجـا تيـر

# غلام مصطفيٰ مشتاق

نالو:- غلام مصطفيٰ ولد مرحوم عبدالرحيم ميمڻ.
ادبي نالو:- غلام مصطفيٰ مشتاق.
جنم جي تاريخ - سن:- ١٥ آڪٽوبر ١٩٤٣ع.
جنم جو هنڌ:- لاهوري محلہ لاڙڪاڻو.
تعليم :- ايم-اي، ايم-ايڊ.
ڌنڌو:- هيڊ ماستر گورنمينٽ هاءِ اسڪول وڳڻ تعلقو واره ضلع لاڙڪاڻہ.
موجوده رهائش:- نزد ميهر شاهہ بخاري لاهوري محلہ لاڙڪاڻہ.
ادبي حيثيت :- صدر سنڌي ساهت سوسائٽي - جنرل سيڪريٽري بزم - مولائي - نائب صدر بزم سچل سيڪريٽري نشرواشاعت سچل ادبي مرڪز لاڙڪاڻہ.
شاعري جي شروعات(سن - واقعو) :- ننڍپڻ کان بزم سچل لاڙڪاڻہ سان وابستگي جي ڪري.
اصنافِ سخن :- غزل، گيت، ڪافي، نظم وغيره.
پسنديده صنف :- غزل ۽ نظم.
اساتذه :- حاجي علي بخش جمالي ۽ لقمان حڪيم صاحبان.
ڇپيل ڪتاب :- ١.سوين سج، ٢.سستو خون مهانگا جذبا (ڪهاڻيون) ٣. خدا، اسلام ۽ جديد سائنس ۴. مذهب ۽ سائنس (ترجمہ) ٥. ملان شمن جو وظيفو (ٻاراڻو ادب) ٦. تاريخ اسلام ٧. مطالعہ پاڪستان ٨. اسانجي سنڌ (سوال جواب) ٩. معلومات مهراڻ (سوال جواب) ١٠. دنيا جا آئين ١١. علم سياسيات ١٢ ماڊرن مضمون نگاري ١٣. شيطاني چڪر (تاليف) ١۴. شهريت پاڪستان ١٥. سنڌي پنجون ڪتاب ١٦. سنڌي ستون ڪتاب ١٧. آسان سنڌي

ڇهون ١٨. استادن جو رهبر پنجون ڪلاس (اهي چارئي ڪتاب سنڌ ٽيڪسٽ بوڪ بورڊ ڄام شوري جا ڇپرايل آهن) ١٩. ٻارنهن اسلامي مهينا ٢٠. مخدوم بلاول شهيد.

رسالا جن ۾ ڪلام ڇپيل:- ماهوار نئين زندگي، ماهوار پيغام، سه ماهي مهراڻ، هفتيوار نئين سوچ، سنڌ وغيره.

اڻ ڇپيل مواد:- ١. محترم قربان بگٽيءَ جي ڪتاب "سيڻ مٿائينءِسون تي" جو اردو ترجمو (پريس ۾) ٢. اصحابي سڳورا (پريس ۾) ٣. نامور مسلمان سائنسدان ۴. اسلام ۾ پورهيت ۵. ڪليات -مشتاق.

قابل ذڪر ڪجهه پيو:- سڄي زندگي علم و ادب جي خدمت ڪيل انجي اعتراف ۾ رهبر ادبي سوسائٽي حيدرآباد طرفان بهترين ڪهاڻيڪار جو سرٽيفڪيٽ ۽ تنظيم فڪر و نظر سنڌ سکر طرفان تمغو مليل. سنڌ ٽيڪسٽ بڪ بورڊ ڄام شورو جو انعام يافته ليکڪ. هن ڪتاب جي مرتب هئڻ جو به اعزاز.

## اڄان آهن

پري محفل منجهان خالي اٿڻ وارا اڄان آهن،
سلامت جي اڏي آهي ڪُسڻ وارا اڄان آهن.

پلي جورو جفا ڪر تون اجازت توکي پل پل آ،
ستم تنهنجا دل وجان سان سهڻ وارا اڄان آهن.

سدا سونهين سچائي تي، سچائي جو نه ڪو مُلهه آ،
مگر قيمت سچائي جي ڪٿڻ وارا اڄان آهن.

ڪيو تڪليف ڇا لئه ٿا، نقاب رخ هٽائڻ جي،
تصور ۾ اوهانجو مُنهن پسڻ وارا اڄان آهن.

جناب ناصح مذهب رکو ويڙهي نصيحت ڪي،
نمازن ڪان سوا جنت، وڃڻ وارا اڄان آهن.

ڪجي پرواز بيشڪ پر ڏسي هيڏي ۽ هوڏي جو،
عروجِ آدميت کان جَلڻ وارا اجان آهن.

نہ ڪر تون پروسو ماٺهن مٺان پر پوک پنهنجي کا،
جهان ۾ پير منٺن ۾ ڪڍڻ وارا اَجان آهن.

لُٽائن گهر سمورو کي، ٻُڌي الله جو نالو،
يتيمن کان مگر سڀ ڪجهہ کسڻ وارا اجان آهن.

سسي نيزي مٿان بيشڪ رکو "مشتاقَ" جي ليڪن،
ڪُڏي ميدانَ جي اندر اچڻ وارا اجان آهن.



## غزل

ڏسي مونکي جُهکن نظرون، حيا ناهي تہ ٻيو ڇاهي،
پِسون هر هر رخ انور، سخا ناهي تہ ٻيو ڇاهي.

زمانو پل پيو پيئي اوهانجي ئي هٿن سان پر،
اسان لئہ جام خالي آ، ريا ناهي تہ ٻيو ڇاهي.

هيو جو حال محرم سو مليو ناهي زمانن کان،
دلِ مضطر ٻڌاءِ تون ئي، خفا ناهي تہ ٻيو ڇاهي.

مرڻ کان سو بچي ٿو پئي، ڇُهو ٿا جنهن بہ عاشق کي،
اوهان جو لمس آي دلبر، دوا ناهي تہ ٻيو ڇاهي.

ڪٿي آ فيض جاري ۽ ڪٿي ڏُک پي نہ حاصل آ،
سڪايل کي سڪائڻ هي، سزا ناهي تہ ٻيو ڇاهي.

ڪيا واعدا سدا گڏجي نڀائڻ جا هيا ليڪن،
جدا جيئري رهڻ جاني، جفا ناهي تہ ٻيو ڇا هي.

هوا جي هلڪي جُهوٽي تي، اجازت کانسوا تنهنجو،
بنا پردي ڏٺم ڇهرو، خطا ناهي تہ ٻيو ڇاهي.

ڪپي ڪهڙو صلو مونکي حياتي جي وفائن جو،
ڏسي مشتاقَ کي مرڪڻ، جزا ناهي تہ ٻيو ڇاهي.



## ارتقا جي آسري

هڪ خدا کي آهہ ڇڏيو، ٻي خدا جي آسري،
قوم مسلم پئي ٿي ترڳي، نا خدا جي آسري.

نظرين جي پوئتان ويڙهي رکي قرآن کي،
زندگي ابدي وڃائي، ٻي بقا جي آسري.

غير ملڪي نظرين جو آ مسلمان پوئلڳ ،
ڇو لڳو حاذق حڪيم آ، لا دوا جي آسري.

بي عمل مردار آهي، با عمل آ ڪامران،
زندگي گذري وڃي شل لاء الہ جي آسري.

با مشقت زندگي جڏهين ڇڏي هيٺو ٿيو،
اڄ مسلمان صرف زنده آ دعا جي آسري.

گل فشاني آسمان ٿو لحد منهنجي تي ڪري،
بي ڪفن مدفون آهيان هڪ خدا جي آسري.

شهرَ پنهنجي جو نشان پي ڪونہ ٿو مونکي ملي،
راهہ گم ٿي آ وئي اڄ رهنما جي آسري.

وقت جي رفتار ڏس ۽ سوچ اي مشتاق تون،
چنڊ تي دنيا آ پهتي، ارتقا جي آسري.



# هزارن کي ڪبو ڪاڏي

پرين جيڪي جدا ڪن تن بهارن کي ڪبو ڪاڏي،
ملي گر چنڊ جو جلوو، ستارن کي ڪبو ڪاڏي.

اڪيلو مان زمين اندر رهان ٿو دوستو ليڪن،
قبر تي پل لڳن ميلا، نظارن کي ڪبو ڪاڏي.

عصا هٿ ۾ وڏي ڏاڙهي ڊگهو چولو اکين تي پر،
بنا علم وعمل وارن مڪارن کي ڪبو ڪاڏي.

پلي وڃ سير ۾ هيڙي لڏي دل جي تمنا جي،
بنا محبوبَ جي ساون ڪنارن کي ڪبو ڪاڏي.

عبادت سان پلي ظاهر نشان ٿي نرڙ تي ڪارو،
مگر اخلاق کان عاري، پلارن کي ڪبو ڪاڏي.

جواني ٿي وئي پوري مگر دل کي نه سمجهايو،
خدا سان دل لڳائي آ، مزارن کي ڪبو ڪاڏي.

اسان عشق الاهي ۾ رهون مخمور ٿا هردم،
زماني جي حسينن ۽ دلارن کي ڪبو ڪاڏي.

عجب هي دور آيو آ، گلن جو رنگ ٿيو پيلو،
چمن ۾ باهه جاري آ نظارن کي ڪبو ڪاڏي.

محمّد جو ڏسي روضو ٿيو مشتاق هي روئي،
ڏجي دل يار هڪڙي کي هزارن کي ڪبو ڪاڏي.

خدائي ذات ناهي گر، نه ٿي مشتاق تون شاعر،
مفاعيلن فعولن جي سهارن کي ڪبو ڪاڏي.



# غضنفر راجا

نالو:- سيد غضنفر علي شاھ.
ادبي نالو:- غضنفر علي شاھ راجا.
جنم جي تاريخ - سن :- ١۴ فيبروري ١٩۴٧ع.
جنم جو هنڌ:- شهر رتوديرو ضلع لاڙڪاڻہ.
تعليم:- اٺ جماعتون.
ڌنڌو :- ذاتي.
موجوده رهائش :- شهر رتو ديرو ضلع لاڙڪاڻہ.
ادبي حيثيت :- جنرل سيڪريٽري بزم - عتيق ادب رتوديرو.
شاعري جي شروعات (سن - واقعو):- ڏهن پندرهن سالن کان ابتدائي شاعري ڪندو پئي آيو. آخر ادبي ۽ علمي ڪتابن جي مطالعي جي ڪري شاعريءَ جو وڏيڪ شوق پيدا ٿيس ۽ استاد غلام مرتضيٰ اعظم عباسي جي تربيت هيٺ موزون شاعري ڪرڻ لڳو.
اصناف سخن:- غزل، وائي ۽ نظم.
پسنديدہ صنف :- غزل.
اساتذه:- غلام مرتضيٰ اعظم عباسي.
رسالا جن ۾ ڪلام ڇپيل :- ڪيترائي رسالا ۽ اخبارون.
اڻ ڇپيل مواد:- قلمي صورت ۾ موجود آهي.
قابل ذڪر ٻيو ڪجھہ:- شاھ صاحب شاعريءَ جي دنيا ۾ جيتوڻيڪ نو وارد نہ آهي پر سندس ڪلام ڇپيو تمام گهٽ آهي. شاھ صاحب ادبي ۽ شاعري جي محفلن ۾ شرڪت ڪرڻ کان علاوه ڪتابن جي مطالعي جو شوقين آهي، جنهن سندس خيالن جي پرواز کي وسعت ڏني آهي.

## غزل

نانءُ جو تنهنجو اچاريم اکر ڇو اٽڪڻ لڳا،
۽ اڌورا زور سان احساس پيي سهڪڻ لڳا.

توکي شايد کونہ پئي آ پيار جي ڇنهندي اچان،
پڇ اُنهن کان جيکي تنهنجي عشق ۾ ڦتڪڻ لڳا.

منٿ منهنجي جو اثر ڪجهہ کونہ پيو توتي سڄڻ،
بس اِنهيءَ ڏک ۾ اکين جا نير اڄ ڇلڪڻ لڳا.

اڄ ڏنم تنهنجو اٿڻ ويهڻ رقيبن ساڻ گڏ،
پير ڌرتيءَ تان اسانجا ڇوهہ ۾ ڦسڪڻ لڳا.

ديپ چاهت جا اُجهامي ويا خبر ئي کانہ پئي،
اُن حسين يادين جي لمحن جا اثر سڏڪڻ لڳا.

انگڙ ونگڙ جو ڏٺم رستا محبت جا سوين،
منهنجا اُت ارمان مونکان ئي پري ڇرڪڻ لڳا.

تون جڏهن تو خارَ ۾ دڙکن تي دڙکا يار ڏين،
دل جا جذبا پهر روئي درد ۾ دهڪڻ لڳا.

توکي ايندو جو ڏٺو سهڻن اکيلو باغ ۾،
هو اُتي واہ واہ ڪري راجا سان گڏ ڪسڪڻ لڳا.



## غزل

زندگيءَ کان زندگي آهي رٺلَ
زندگي تي پئي گهري هر پل اٽلَ

زندگيءَ چاچا سنو آهي هتي
زندگي ڪنهن جي نشي ۾ آ ٻڌلَ

زندگي آهي ڳجهارت ڪا ڏکي
زندگي چڻ آ اکر هڪ ۾ لکل

زندگي آ شاد يي آباد يي
زندگي آ ڪٿ صفا بلڪل ڊنل

زندگي ڪاهل يي آ ڪمزور يي
زندگي هڪ زور واري آ اُٿل

زندگي ساموندڊ لهرون ۽ هوا
زندگي اِن سوچ ۾ آهي پڳل

زندگي احساس نازڪ جي خلش
زندگي ڪنهن پيار ۾ چڻ آ رڌل

زندگي جهاڳيا محبت جا سفر
زندگي تي چڻ لڳي هاڻي ٽڪل

زندگي آ سڏ پڙاڏو ۽ صدا
زندگي چو آ اجان راجا ستل



# ناظم چانڊيو

نالو:- نظام الدين ولد عبدالله اثر چانڊيو.
ادبي نالو:- ناظم چانڊيو.
جنم جي تاريخ-سن :- ١ آگسٽ ١٩۴٨ع.
جنم جو هنڌ:- ڳوٺ هيڙو چانڊيو تعلقو ۽ ضلع لاڙڪاڻو.
تعليم :- ايم اي،بي ايڊ، ايل ايل بي.
ڌنڌو:- استاد گورنمينٽ هاءِ اسڪول هيڙو چانڊيو.
موجوده رهائش:- ڳوٺ هيڙو چانڊيو تعلقو ۽ ضلع لاڙڪاڻو.
ادبي حيثيت :- جنرل سيڪريٽري بزم -اثر لاڙڪاڻو.
شاعري جي شروعات (سن - واقعو):- والد صاحب جي زير تربيت نن‍ڍپڻ کان.
اصناف سخن:- هر صنف ۾ شاعري ڪيل اٿس.
پسنديده صنف:- نعت ۽ غزل.
اساتذه :- والد بزرگوار جناب عبدالله اثر مرحوم.
ڇپيل ڪتاب ١. اگر مگر ٢. تاجدار - ڪربلا.
رسالا جن ۾ ڪلام ڇپيل:- سنڌ جو هر رسالو.
اڻ ڇپيل مواد:- ١. اسرار حيات (غزلن جو ديوان) ٢. گولڊ اسٽرين گل (مارس ليبلانڪ جي انگريزي ناول جو ترجمو) ٣. ڪراچي کي سير (اردو مثنوي).
قابل ذڪر ٻيو ڪجهه:- ناظم صاحب، ملڪ جي مشهور سنڌي اديب ۽ شاعر محترم عبدالله اثر جو فرزند آهي. شاعري جي ڏات کيس ورثي ۾ ملي آهي. پنهنجي والد جيان محترم ناظم پڻ ماده تاريخ ڪڍڻ ۾ پنهنجو مٽ پاڻ آهي. ناظم صاحب شاعريءَ ۾ پهريائين "مفتي" تخلص استعمال ڪندو هو پر حضرت شاهه آغا سرهندي مجددي جي هدايت تي ناظم جي نالي سان لکڻ لڳو. اردو، سنڌي، سرائڪي ۽ فارسي شاعري ۾ يدطوليٰ رکي ٿو.

## دوستي نہ ڪجي

خِودي ڇوي تي ڇِتائي ڪانو ڪري نہ ڪجي،
سَوار پنهنجي مٿيَ تي هي ٽوڪري نہ ڪجي.

اڪيون جهُڪائي هلڻ ۾ نہ عيب ڪو سمجهي،
مگر ڪو ڏونگ رچائي ۽ بزرگي نہ ڪجي.

چڱن چيو آ چڱائي ڪرڻ چڱي آهي،
چڱائي جي نہ پڇي تي تہ پو بدي نہ ڪجي.

فناءِ زيست لڪل هستيءِ، حُباب ۾ آ،
ڦندي ڦِسي تي ڇوي ڪنهن سان دوستي نہ ڪجي.

سڏائي پاڻ ڪيِ مُسلم ۽ بيخ دين پٽڻ،
بڻائي جيڪا تي مُلحد سا شاعري نَہ ڪجي.

وِجهڻ جي وقت چيو چوڏهين صدي ناظم،
بدي ڪري، وري بد پندرهين صدي نہ ڪجي.

## وس ۾

نہ انصاف وس ۾ نہ آچار وس ۾،
عوام آ نہ وس ۾ نہ سرڪار وس ۾.

هينئر عندليبن جو الله وآهي،
نہ گل آهي وس ۾ نڪي خار وس ۾.

جگر، دل، نظر، لب ٻين جي حوالي،
نہ گفتار وس ۾ نہ رفتار وس ۾.

زبانن تي تالا، خيالن تي پهرا،
قلم پي نہ وس ۾ قلمڪار وس ۾.

پيل ضابطن تي پي اڄ ضابطو آ،
نہ وس آرٽيڪل نہ اخبار وس ۾.

آ مئخانو لرزان ۽ مدهوش ساقي،
نہ مئي آهي وس ۾ نہ مئخوار وس ۾.

پَلي ٻي ڪسي جي تو عالم ۾ ناظم،
نہ دل آهي وس ۾ نہ دلدار وس ۾.



## مون کان نہ پڇ

رنج و غم جي ڪيفيت اي دلربا مون کان نہ پُڇ،
ڪيئن ڪيئہ درد آشنا منهن جا منا مون کان نہ پڇ.

پُڇ تون پنهنجي حُسن کان، شوخي کان، خوني ديد کان،
تو ۾ ، مون ۾ ڇو وڌي ويا فاصلا مون کان نہ پڇ.

ديد کان پُڇ، ناز کان، انداز کان، غمزن کان پُڇ،
اَک کان پڇ، يارخ کان پڇ ، عارض کان پڇ ، پيرون کان پڇ.

درد و غم، سوز و الم جا سلسلا مون کان نہ پڇ،
دل، جگر منهن جي کي ڏس اي بيوفا مون کان نہ پڇ.

ڇو تخيل آ سفر ۾ منزلون ڇو دور ٿيون،
مان ڇو ڀٽڪيس راه کان اي رهنما مون کان نہ پڇ.

هن تصور جي گهُٽي کائي ڇڏيو دل ۽ دماغ،
مان تہ سودائي هيس، ٿئين ڪيئن جدا مون کان نہ پڇ.

لِوح تو وٽ، آ قضا تو وٽ، قلم تو وٽ جڏهن،
مُنهن جي هي حالت ڏسي منهنجا خدا مون کان نہ پڇ.

ڇو آ ناظم جو مقدر حسرتن تي حسرتون،
رحم ڪر اي واقفِ قدر وقضا مون ڪان نہ پڇ.



# عزيز الله "عزيز" بروهي

نالو :- عزيز الله ولد عبدالحڪيم پندراڻي بروهي.
ادبي نالو:- عزيز الله عزيز بروهي.
جنم جي تاريخ سن :- ١٩٥٠.٤.١.
جنم جو هنڌ:- ڳوٺ رسول بخش بروهي.
تعليم :- بي-ايس-سي، بي-ايڊ، ايم-اي (اسلامڪ ڪلچر).
ڌنڌو:- سائنس ٽيچر.
ادبي حيثيت :- براهوي آرٽس اڪيڊمي پاڪستان سنڌ زون جو سربراه، بزمِ نثار بزمي جو مرڪزي چيئرمين ۽ مرڪزي چيئرمين بزم مولائي شيدائي.
شاعري جي شروعات:- ٻچپن ڪان خانداني رغبت جي ڪري.
اصنافِ سخن:- هر صنف تي طبع آزمائي ڪئي اٿس.
پسنديده صنف:- غزل، ڪافي، نظم، نعت وغيره.
اساتذه :- محترم نثار بزمي ۽ جناب پير محمد زبيراڻي (براهوي شاعريءَ ۾).
ڇپيل ڪتاب:- ١. قدرت جون سائنسي ڪاريگريون ٢. چمن عزيز (شاعري).
رسالا جن ۾ ڪلام ڇپيل:- سنڌ بلوچستان جي تقريباً هر اخبار، رسالي ۽ ڪتابي سلسلي ۾ سنڌس مضامين ۽ شاعري ڇپجي چڪي آهي. ان ڪان علاوه پنهنجي نج ادبي براهوي ڪتابي سلسلي "ڪپوت" جا ڪيترا شمارا ڪڍي چڪو آهي.
اڻ ڇپيل مواد :- ١. تاجدارِ حرم (نعتيه ڪلام ڪتابت ٿيل) ٢. توار (تنوار) براهوي ڪلام (زير طبع) ٣. قديم سنڌ ۽ عرب تعلقات ٤. قديم تهذيبن ۾ سنڌ جو مقام، ٥. براهوي سنڌي جي لساني ساخت ٦. براهوي تاريخ و ڪلچر.
قابل ذڪر ٻيو ڪجهه:- بروهي صاحب سنڌي ڪان

علاوه اردو، بلوچي، براهوي ۽ سرائيڪي زبانن جو بہ سنو شاعر ۽ اديب آهي.ادبي خدمتن جي اعتراف طور کيس سنڌ بلوچستان ۾ شيلڊ، ايوارڊ ۽ تعريفي اسناد ملي چڪا آهن. ريڊيو ۽ ٽي-وي جي مشاعرن ۾ حصو وٺي چڪو آهي. ڪراچي ٽي وي تان سنڌي ڪلام پڻ نشر ٿي چڪو اٿس.

## غزل

غم نٿا ويجهو اچن پو شاعري ڪهڙي ڪجي،
دِل آزاري نہ ڪن پو شاعري ڪهڙي ڪجي.

خالي معدي مان رکي سگهجي ٿي ڪا ڪهڙي اميد،
وَڏَ نٿا بُک جا پون پو شاعري ڪهڙي ڪجي.

قدرداني ۽ جو زمانو هي نہ آهي دوستو!،
گيت رُلندا ٿا وتن پوشاعري ڪهڙي ڪجي.

انتظارن جو وٺي مون لطف ئي ناهي ڏٺو،
ساڻ ساٿي ٿا رهن پو شاعري ڪهڙي ڪجي.

قافين ڪي ڳوليندو ٿو مان زماني ۾ وتان،
هو ڏسي مون کي ڀڄن پوشاعري ڪهڙي ڪجي.

در حقيقت شاعري ڪنهن حادثي جو آ ثمر،
دک نہ ٿا دل ڏي وڏن پو شاعري ڪهڙي ڪجي.

نيڻ ڇُلڪي ٿا پون جن جا اهي شاعر ٿيا،
ڪونہ جي ڳوڙها ڳڙن پو شاعري ڪهڙي ڪجي.

مس قلم موجود ڪونهي ۽ نہ ڪاغذ آ "عزيز"!،
هٿ بہ ٿا منهنجا ڏڪن پو شاعري ڪهڙي ڪجي .

## عشق ۽ عقل

عقل انسان تي چٽي آهي،
جڻ تہ وِهِ جي ڀري وٽي آهي.

عشق عرشن تي تو وجي پهچي،
هام ڪا عشق جي هٽي آهي.

عشق رستو آ پٿرن وارو،
عقل ڇڻ ڳوٺ جي گهٽي آهي.

عشق جو چهرو صاف صاف آهي،
عقل جي شڪل پئي لٽي آهي.

عقل آهي دماغ جو ٽڪو،
عشق هر زندگي ڦٽي آهي.

عقل ويچار ۾ ئي آ پورو،
عشق بس ساهه جي سٽي آهي.

امتحان عقل ڪو ڏنو ڪونهي،
عشق هر ڪا پڙهي پٽي آهي.

عقل کهڙي ڏهاڙي اي يارو!،
عشق ڪان راند ڪا ڪٽي آهي.

عقل فتنو فساد تو ڄائي،
ڪنهن نه اهڙي سزا ڪٽي آهي.

عقل جي ئي ڪري "عزيز" صاحب!،
آدميءَ جي بها گهٽي آهي.

## غزل

ڪنهنجو ڪَندِن ۾ وقت تو گذري
ڪنهنجي سِر تي تہ تاج آ يارو!

ڪوئي مُرڪي تو ڪوئي ڪُڙڪي تو
پنهنجو پنهنجو مزاج آ يارو!

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين " اُداس نسلين" نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ "لُڙهندَڙ نَسُل" نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، پاڙي، ڪاٺُو، پاجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني ۾ وِچان "پڙهندڙ" نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳَل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران کَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، چانڊ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄڪلهہ اٽڪاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٽي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر کڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بڻائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشش ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اڻٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
۔ اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)